


ايڊيٽر:

امرتا

ايڊيٽوريل بورڊ:

عاليه بخشل، مقصوده رتڙ، شعور
بلقيس، پريانڪا، فهميده

ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ:

انور حسين سومرو

قيمت: =/20

لکپڙهه لاءِ ايڊريس

فليٽ نمبر 310- 311 V.I.P اپارٽمينٽ، مين قاسم آباد، حيدرآباد.

# فهرست

## ايڊيٽوريل

# ٿر جي زندگي

پرنس ڪروپٽاڪن پنهنجي ڪتاب ”نوجوانن ڏانهن“ ۾ لکي ٿو ته تصور ڪيو ته اوهين مستقبل جا ماهر ڊاڪٽر آهيو ۽ هڪ دردمند دل به رکو ٿا. توهان جي اڳيان هڪ مامرو اچي ٿو ، هڪ مفلس ماڻهو جنهن جي زال ايتري بيمار آهي جو اها توهان جي ڪلينڪ تائين به نه ٿي پهچي سگهي پر جيئن ته توهان انسان دوست رويو رکو ٿا تنهنڪري توهان هُن ماڻهو سان سندس رهائش واري جاين ڏانهن وڃو ٿا، جتي هر هنڌ غلاظت سان پري پيو آهي ۽ بک پنهنجي بادشاهت قائم ڪيو ويٺي آهي. اتي هڪ ڪمري تي مشتمل هڪڙو گهر آهي جنهن جي  چڳل پڳل کٽ تي اها بيمار عورت پئي آهي.ان جا اگهاڙا ڪمزور ٻار پٽ تي ستل آهن. توهان ان عورت جو معائنو ڪيو ٿا ۽ سمجهو ٿا ته هن مرض ۾ مبتلا عورت جي صحت جو دارومدار صاف شفاف هوا ۽ صحتمند غذا تي آهي، ڇا توهان هن عورت کي اهو چئي سگهو ٿا ته هو تازا ميوا کائي ۽ صاف ماحول ۾ رهي؟

بلڪل اهڙي ئي صورتحال ٿر جي ماڻهن جي آهي، جتي زندگي، صحتمند خوراڪ ته ڇا پر صاف پاڻي کان به محروم آهي. ٿر جي ڪل ايراضي 22000 ڪلوميٽر ۽ آبادي پندرنهن لکن  آهي. ڪاڇي جيان اهو به سنڌ جو سڀ کان وڌيڪ نظر انداز ڪيل علائقو آهي، هن ايڪويهه صدي ۾ به ٿر جي زندگي جو دارومدار برسات جي پاڻي تي آهي، جنهن تي انسان ۽ جانور جيئن ٿا ۽ زراعت ممڪن ٿيندي آهي. جيڪڏنهن موسمي تبديلي جي ڪري سالياني برسات پنجويهه ملي ميٽر کان به گهٽ پوي ٿي ته (جيئن موجوده صورتحال آهي ) ٿر ۾ زندگي ڳرڻ ۽ سڙڻ شروع ٿيئي ٿي.

ٿر ۾ ڏڪار ڪا نئين ڳالهه ڪونهي، هاڻوڪو ڏڪار ٽن سالن کان بُک ۽ اُڃ پوکيندو ٿو اچي رياست ۽ انتظاميا جي حالت اها آهي جو اوڏانهن مٽي ۽ ٻُههٔ سان پريل ٻوريون موڪليون ٿيون وڃن.

هندستاني ٿر اندر 1948ع ۾ ئي ريگستاني علائقن ۾ منصوبه بندي تحت ڊئم ۽ انهن مان نڪرندڙ اِندرا گانڌي ڪئنال وسيلي جيسلمير ۽ هنومان ڳڙهه ۾ پاڻي جي کوٽ جو مستقل بندوبست ڪيو ويو آهي ۽ 1965ع ۾ مختلف پوکين جا منصوبا ٺاهيا ويا ته جيئن معاشي استحڪام سان ٿر ۾ مستقل ۽ نوس بنيادن تي تبديلي آڻي سگهجي.

اُتي پاڪستان ۾ رڳو هنين عنوان هيٺ “ Thar unawareness of changing rain fall patterns is worsening food Crises (11th jan 2015, Dawn)” رڳو ڪانفرنسون ڪوٺايون ٿيون وڃن، جنهن ۾ ٿري عوام جي زندگيءَ جا بنيادي مسئلا حل ڪرڻ بجاءِ ڪين رڳو

موسمي تبديلي جي باري ۾ آگاهه ڪيو ٿو وڃي ته جيئن اُهي لڏ پلاڻ جي تڪليف کان بچي سگهن ۽ ” پنهنجو بچاءُ پاڻ“ تحت پنهنجي مدد ڪري سگهن.

ٿر جي اهڙي زندگي جو گهڻو اثر ٿر جي عورتن تي پوي ٿو جيڪي بک ۽ بدحالي سان گڏ سماجي اڻ برابري ۽ صنفي فرق جي بنياد تي زندگي جي بدترين حالتن کي منهن ڏين ٿيون، مثال طور، گهر جي سڄي ڪم ڪار کان علاوه ڪيترائي ڪلوميٽر پنڌ ڪري پاڻي آڻڻ، هڪ ئي ويلي جي ماني مان سڀ کان آخر ۾ کائڻ ۽ ڪڏنهن ته ڪٽنب جي ڪري بکيو رهڻ، مرد سان گڏ چوپايو مال چارڻ، هارپو ڪرڻ، ۽ اجان به وڌيڪ جڏهن گهر جا مرد غربت ڪارڻ شهر ۾ ڪمائڻ وڃن ٿا ته مختلف زميندارن کي منهن ڏيڻ.

اهڙن حالتن ۾ زندگي گذاريندي، عورتون مختلف بيمارين جو شڪار ٿين ٿيون جنهن ۾ رت جي گهٽتائي جو مامرو ته سڀ سان لاڳو آهي، اُتي عورتن منجهه سراسري هيموگلوبن جي سطح اٺ کان ڏهه آهي، جڏهن ته نارمل سطح ” چوڏنهن کان سورنهن آهي. انهن سڀني اوٽاين ۾ عورت صرف جسماني طرح ئي ڪمزور نه ٿي رهي پر ان جو اثر سندس ذهن تي به پوي ٿو ڊاڪٽر لاڪيش کتري جي رپورٽ مطابق پاڪستان ٿر ۾ پنجهتر سيڪڙو (75%)ذهني مريضن ۾ عورتون شامل آهن، هڪ لوڪل اين جي او AWARE (NGO) مطابق پوين ڏهن مهينن ۾ خودڪشي جا چاليهه ڪيس رپورٽ ڪيا ويا آهن جن ۾ ڏهه مرد، ارڙهن عورتون ۽ ٽي ٻار شامل آهن.

رياست جي بي حسي جو اندازو ان ڳالهه ۾ لڳائي سگهجي ٿو ته خودڪشي جي انهن ڪيسن تي ڳالهائيندي مهيش ڪمار (MPA) چيو آهي ته ٿر ۾ قبائلي جهيڙا ۽ ٻيا مسئلا خودڪشي جو سبب آهن، چوته متوازن غذا جي گهٽتائي صرف ٿر جو مسئلو نه آهي، سنڌ ۽ بلوچستان جي ٻين علائقن ۾ به غِزا جي گهٽتائي جو مسئلو آهي، پر ميڊيا نندڻ مسئلن کي وڌو ڪري پيش ڪري ٿي. ان بيان جو ڇيد ڪجي ته رياستي بي حسي جي ڪيترن ئي پهلوئن / پاسن کي سمجهي سگهجي ٿو، سڀ کان ته متوازن غزا جي گهٽتائي(Malnutrition) جيڪو انساني زندگي جي بنيادي ضرورت آهي ۽ رياست صرف اها ضرورت به پوري نه ٿي ڪري سگهي ته ٻيا مسئلا جهڙوڪ تعليم صحت ۽ روزگار ته سوچ کان ئي ٻاهر آهن. ٻيو ته غربت جي خلاف ڪوئي ٺوس قدم کڻڻ جي بجاءِ رياست غربت جي هر هنڌ هجڻ، جيڪا سندس نااهلي ۽ عوام دشمن ڪردار کي اجاگر ڪري ٿي، جوزا ٻڌائي پيش ڪري ٿي، ٽيون سڀ کان اهم مسئلو انساني زندگي جي نقصان جو مسئلو آهي جنهن کي بقول سنڌ جي حڪمرانن جي ته ميڊيا وڌائي پيش ڪري ٿي. سوچڻ جي ڳالهه اها آهي ته انهن يا اهڙن مسئلن کي هن ملڪ

جي ميڊيا يا ڪو گروپ گهٽائي ته سگهي ٿو پر ان ڪي حد کان به وڌائي ڪيئن ٿو سگهي؟ مثال وري هر ٻي مهيني سنڌ جي وڏي وزير جا اونڌا سونڌا بيان آهن جيڪي ٿري عوام جي زخمن تي لوڻ وانگي ٿي لڳن ٿا ۽ جنهن سان سنڌ جي عوام جي تذليل ڪئي ٿي وڃي ۽ جنهن سان هر باشعور فرد تڪليف محسوس ڪري ٿو. مثال طور قائم علي شاهه صاحب تازو ٿر ۾ روزانو مرندڙ ٻارن بابت ڳالهائيندي چيو ته اُتي دايون ٻار ڇڪي ڪڍن ٿيون تنهن ڪري ٻار مرن ٿا. مطلب ته سرڪار مطابق بک بدحالي جو سوال آهي ئي ڪونه ۽ نه وري اتي صحت جي سهولتن، جديد اسپتالن ۽ عورت ڊاڪٽرياڻين جي ڪا گهٽتائي آهي حڪومت پنهنجا سڀ فرض پورا ڪري چڪي آهي ۽ ڏوهه صرف ٿري عوام جو آهي جيڪو انهن سهولتن منجهان فائدو نه پيو وٺي. جڏهن ته حقيقيت ۾ ٿر اندر زندگي ٻين علائقن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ مفلوج آهي چوته اتي بنيادي سهولتن جي ڪوٺ آهي. هڪ پاسي ريگستاني علائقي جون سختيون ۽ ٻي پاسي غير مسلمانن ڏانهن رياست جو امتيازي رويو، (چو ته پنجاهه سيڪڙو آبادي هندو آهي) ٿر جي اڪثريتي عوام کي پنهنجي ڌرتي تي اوپرو ڪري ڇڏيو آهي. هيءَ سموري صورتحال اهو ڏس ڏي ٿي ته هڪ پاسي ان مامري ۾ اسان کي وڏي چڙهي پنهنجو گڏيل سياسي ڪردار نڀائڻ کپي ٻي پاسي ٿري عوام ۽ عورتن کي پنهنجي حقن لاءِ پاڻ به اُٿڻو پوندو. باقي حڪمرانن کان اميدون رکڻ ٻٻرن کان ٻير گهرڻ برابر آهي.

ڪامريڊ عاليه بخشل

# 8 مارچ نارين جو عالمي ڏينهن!




8 مارچ نارين جو عالمي ڏينهن سموري دنيا جي مظلوم نارين جي اتحاد ۽ ناري جي آزادي ڏانهن عملي وک وڌائڻ جو ڏينهن آهي. هونءَ ته سرمائيداري ادارا به ان ڏينهن کي نارين جو عالمي ڏينهن مچيندي تمام وڏا پروگرام ۽ ليڪچر منعقد ڪرائيندا آهن پر اهڙا پروگرام ۽ ليڪچر اِن ڏنهن جو اصل تاريخي مقصد ۽ طبقاتي نوعيت گم ڪري، دنيا اڳيان اِن ڏنهن جو ۽ نارين جي آزاديءَ جو هڪ تجريدي ۽ کوکلو تصور پيش ڪندا آهن. اِن ڪري اڪثر ماڻهن کي اِن ڏينهن جي نه ته تاريخ جي ڄاڻ هوندي آهي ۽ نه ئي وري ناريءَ جي غلامي ۽ ان خلاف جدوجهد جي مادي بنيادن جي ساڃاهه- اسان هڪ ترقي پسند ڪاپي ڏر جي قوت هجڻ جي ناتي اِهو لازمي سمجهون ٿا ته دنيا اڳيان، خاص طور تي نارين اڳيان اِن ڏينهن جي تاريخي مقصد ۽ ڪردار کي واضح ڪيون. اسان کي اِهو به سمجهڻو پوندو ته اسان جي سماج ۾ جتي ناري تمام پٺتي پيل حالت ۾ آهي ۽ ترقي پسند ناري واد تحريڪن جي عدم موجودگي آهي، اُتي تنهن دور جي پورهيت ناري واد تحريڪ اسان کي ڪهڙا سبق ڏئي ٿي ۽ ڪهڙن امڪانن جي نشاندهي ڪري ٿي؟ هِن مضمون ۾ اسان مختصر طور ۾ انهن ئي مقصدن کي پورو ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين.

نارين جو عالمي ڏينهن: هڪ مختصر تاريخ

اسان کي اِهو علم آهي ته 8 مارچ نارين جو عالمي ڏينهن آهي پر 8 مارچ نارين جو عالمي ڏينهن ٿيڻ ۽ بعد ۾ اِن ڏينهن جا ناري واد پورهيت سياست تي پوندڙ اثر هڪ تاريخي سلسلو آهي. سرمائيداريءَ جاگيرداريءَ سان جهيڙي دوران يعني سياسي

طاقت حاصل ڪرڻ جي جدوجهد دوران انسان ذات جي آزادي، برابري ۽ بقاءَ جا نعرا لڳايا هئا پر سياسي طاقت حاصل ڪرڻ کانپوءِ يعني جمهوريت جي قيام کانپوءِ سرمائيداريءَ جو ڀيانڪ چهرو سامهون آيو. صنعتي سرمائيدار پنهنجي سرمائي کي وڌائڻ لاءِ نه صرف پورهيتن کان 16 ڪلاڪ پورهيو ڪرايو پر اهڙو معاشي عدم تحفظ پيدا ڪيو جو زالون ۽ ٻار به پورهيو ڪرڻ تي مجبور ٿيا. ائين ناري نه صرف روايتي پدرشاهي خانداني سرشتي جي غلاميءَ ۾ جڪڙيل رهي پر هاڻ هڪ سستي جنس ۾ به تبديل ٿي وئي. اوڻويهين صديءَ جي اڌ ۾ وڏي پئماني تي ٿيندڙ صنعتڪاري جي نتيجي ۾ رونما ٿيندڙ معاشي تبديلين مڊل ڪلاس جي نارين کي به مارڪيٽ ۾ اچڻ تي مجبور ڪيو. ائين مڊل ۽ آپر مڊل ڪلاس يعني پيٽي بورجوادي طبقي جي نارين به روزگار لاءِ يونيورسٽين، پريس، اسپتالن، ٿيٽرن وغيره جا دروازا کڙڪايا. ساڳئي نموني مٿئين طبقي جون ناريون به مختلف شعبن ۾ شامل ٿيون. جڏهن پيٽي بورجوا ۽ بورجوا نارين کي مردن جي مقابلي ۾ تمام گهٽ ڪم ڪرڻ جا موقعا مليا ۽ هنن مردن جو ردِ عمل ڏٺو ته پوءِ وچين ۽ مٿين طبقي جي نارين جي حقن جي ڳالهه شروع ڪئي. ائين لبرل يا بورجوا ناري واد تحريڪ (liberal feminism) جو آغاز ٿيو جنهن جو مقصد سرمائيداري اندر نارين لاءِ برابر موقعن ۽ سهولتن لاءِ جدوجهد ڪرڻ هو. ان تحريڪ لاءِ دشمن به مرد هجي ٿو ۽ آزادي جو اعليٰ ترين خاڪو به مرد. يعني هڪ پاسي لبرل ناري واد تحريڪ مجموعي سماجي ڍانچي کي تنقيد جو نشانو ٺاهڻ بجاءِ صرف مردن جي نفسيات ۽ رويي تي تنقيد ڪري ٿي ۽ ان کي ئي ناريءَ جي غلاميءَ جو سبب قرار ڏئي ٿي ته ٻئي پاسي اِن تحريڪ وٽ نارين جو مردن برابر ٿيڻ ۽ سرمائيداري ڍانچي اندر ناريءَ کي مرد جهڙيون سهولتون ملڻ ئي ناريءَ جي آزادي آهي، جڏهن ته مرد خود سرمائيداري سماج ۾ غلام آهي. ائين لبرل ناري واد ناري مردن تي تنقيد ڪندي مرد جي ئي غلاميءَ ۾ سانچي ۾ قائل آهي. اڻويهين صديءَ جي آخر ۾ پورهيت انقلابي سياست ۽ تحريڪن جي وڌڻ جي ڪري پورهيت مارڪسي قوتون پورهيت نارين کي سرمائيداريءَ خلاف جهنڊو بلند ڪرڻ لاءِ منظم ڪرڻ لڳيون. ائين پورهيت دوست ناري واد تحريڪ يا مارڪسي ناري واد تحريڪ (Marxist feminism) جو اُڀار ٿئي

ٿو جنهن ۾ ڪامريڊ لينن، ڪامريڊ روز الگزمبرگ ۽ ڪامريڊ ايليگزيندرا ڪولنتائي وغيره اهم نالا آهن. مارڪسي ناري واد تحريڪ ناريءَ جي غلاميءَ کي تاريخي ۽ سماجي لقاءُ سمجهي ٿي. تاريخ ۾ ذاتي ملڪيت جي اُڀار، سماجي پورهيئي جي ورڇ ۽ پدرشاهي خاندان کي جنم ڏنو. مرد سماجي پيداوار جو مالڪ ٿيو ۽ ناري سماجي زندگيءَ کان ويڳاڻي ٿي، گهر جي ڪم ڪار ۽ ٻار پالڻ تائين محدود ٿي وئي. ذاتي ملڪيت جي پيءُ نسل تائين منتقليءَ جي گهرج ڪري ناريءَ جي ڳپ ۽ سموري زندگيءَ تي هڪ مرد جي مالڪي قائم ٿي وئي. سرمائيداري سماج ۾ اِها غلامي ٻيٽي ٿي وڃي ٿي پر ساڳئي وقت اِها ٻيٽي غلامي ناريءَ جي آزاديءَ جا مادي بنياد به پيدا ڪري ٿي. مرد جي پدرشاهي نفسيات ناريءَ جي اِن مادي بيهڪ جو عڪس آهي جنهن سان ئي صرف لبرل ناري واد تحريڪ جهيڙي ٿي. مارڪسي ناري واد تحريڪ انهن پدرشاهي تصورن، نفسيات ۽ قانونن سان ضرور جهيڙي ٿي پر ساڳئي وقت پاڻ کي عمومي پورهيت تحريڪ سان سلهاڙي بنيادي سببن يعني سماجي ڍانچي کي ڊاهڻ لاءِ جدوجهد پڻ ڪري ٿي. هڪ مارڪسوادي ناري پنهنجي پورهيت ڀاءُ، وَر، پيءُ يا ساٿي جي پدرشاهي نفسيات خلاف جدوجهد ڪندي، اُن ئي پورهيت سان گڏ عمومي سماجي ڍانچي خلاف جدوجهد ڪري ٿي ۽ اهائي جدوجهد هُن لاءِ بنيادي آهي. مارڪسي ناري واد تحريڪ جو مقصد ناريءَ جو مرد سان جهڳڙو ڪرڻ نه پر انسانذات جي آزادي ۽ اهڙي سماج جي تتخليق آهي جنهن ۾ مرد ۽ ناري پنهنجون خاصيتون رکندي آزاد زندگي گذاري سگهن. اِن تحريڪ جو مقصد نه صرف ناري کي غلاميءَ مان آزاد ڪرائڻ آهي پر مرد کي پنهنجي آقائيت جي غلاميءَ مان به آزاد ڪرائڻ آهي.

سرمائيداري ملڪن ۾ ناري واد تحريڪ جي اڀار جي نتيجي ۾ اُتي نارين جي سياسي ۽ معاشي حقن لاءِ جدوجهد شروع ٿي. ويهين صديءَ جي شروعات ۾ سرمائيدار ملڪن يعنيٰ يورپ ۽ آمريڪا ۾ نارين جي سياسي حقن ۽ نارين جو حڪومتي معاملن ۾ شموليت جو سوال تمام اُڀريل هو. ائين نارين جي ووٽ جي حقن لاءِ تحريڪ شروع ٿي جنهن جي سرواٽي پورهيت ناريون ئي ڪري رهيون هيون. 28 فيبروري 1909ع ۾ اتر آمريڪا جي سوشلسٽ نارين تمام گهڻا مظاهرا ڪيا جيڪي نارين جي ووٽ جي حق لاءِ

هئا. اِهو ئي سرمائيدار طبقو جيڪو فرينچ انقلاب دوران آزادي ۽ روشنائيءَ جي دور جي ڳالهه ڪري رهيو هو، اُن ويهين صدي ۾ آباديءَ جي وڏي حصي کي ووٽ جو حق نه ڏنو هو. 1910ع پورهيت نارين جي عالمي ڪانفرنس ڪوپن هيگن ۾ ڪامريڊ ڪلارا زيٽڪن، جيڪا تنهن دؤر پورهيت تحريڪ ۽ عالمي پورهيت نارين جي تحريڪ جي اهم اڳواڻ هئي، نارين جي عالمي ڏينهن مقرر ڪرڻ جي تجويز ڏني جيڪا قبول ڪئي وئي. اهڙو ڏينهن مقرر ڪرڻ جو مقصد عالمي اتحاد کي هٿي ڏيڻ ۽ نارين جي حقن خاص طور تي ووٽ جي حق لاءِ عالمي سطح تي جدوجهد ڪرڻ هو. اِن ڪانفرنس ۾ ڪامريڊ ڪلارا زيٽڪن اِهو دليل ڏنو ته نارين کي ووٽ جو حق ملڻ سان عمومي طبقاتي جدوجهد تيز ٿيندي ۽ سوشلزم لاءِ جدوجهد اڳتي وڌندي. نارين جو ووٽ پورهيت نارين کي حڪومتي ايوانن تائين پهچائيندو. ان ڪانفرنس ۾ لبرل نارين وادي عورتون به هيون جن مان ڪُجهه عورتن اِهو چيو ته ووٽ جو حق صرف ملڪيت رکڻ وارن نارين تائين محدود هجي. 1911ع ۾ 19 مارچ تي نارين جو عالمي ڏينهن رکيو ويو. ڇاڪاڻ ته عالمي ڪانفرنس ۾ ڪا خاص تاريخ مقرر نه ڪئي وئي هئي، ان ڪري جرمن ۽ آسٽريا جي ڪامريڊن اِن تاريخ کي منتخب ڪيو ڇاڪاڻ ته ان ئي تاريخ تي 1848ع وارو جرمن انقلاب آيو هو. اِهو ڏينهن عالمي هيو پر جرمن ۽ آسٽرين نارين اِن کي عظيم انداز ۾ نڀايو. عالمي نارين جي ڏينهن کان هفتو اڳ ناري تحريڪ جا به ميگزين آسٽريا ۾ شايع ٿيا. جن جا نالا ”نارين جو ڏينهن“ ۽ ”نارين لاءِ ووٽ“ هئا. عالمي ڏينهن تي آسٽريا ۾ 30 هزار نارين مظاهرو ڪيو جن کي پوليس منتشر ڪرڻ ٿي چاهيو پر نارين سخت مزاحمت ڪئي. ائين نارين جو عالمي ڏينهن نارين جي مزاحمت جو به ڏينهن آهي. 1913ع ۾ 8 مارچ کي نارين جو عالمي ڏينهن قرار ڏنو ويو. ان ئي سال روسي مارڪسوادي نارين ناري سوال تي هڪ فورم منعقد ڪيو جتي گهڻن ڪامريڊن پنهنجون رايا ڏنا پر تنهن وقت زار جي دور ۾ مظاهري ۽ گڏجاڻي ڪرڻ تي پابندي هئي. ان ڪري گهڻن ڪامريڊن کي نارين جي عالمي  ڏهاڙي تي گرفتار ٿيڻو پيو. اِن وسيع پيماني تي جدوجهد ڪانپوءِ به ڪو سرمائيدار ملڪ نارين کي ووٽ جو حق ڏيڻ لاءِ تيار نه هو. پر نارين پنهنجي عالمي سطح جي جدوجهد کي جاري رکيو. اِن جدوجهد جي

سرواڻي پورهيت قوتون ئي ڪري رهيون هيون.




پهرين عالمي جنگ لڳڻ ڪانپوءِ ليني نقطئه نظر رکندڙ پورهيت قوتن نارين جي عالمي ڏهاڙي کي سامراجي جنگ خلاف موڙيو. 1915ع ۾ ناروي ۾ نارين جي عالمي ڏهاڙي تي عالمي مظاهرو ٿيو جنهن ۾ مختلف ملڪن جون ناريون شامل هيون جيڪي سياسي حق سان گڏ سامراجي جنگ خلاف گڏ ٿيون. سامراجي جنگ پوري يورپ اندر خاص طور تي روس اندر تمام گهٽي بک ۽ بدحالي کي جنم ڏنو. ناريون پنهنجي گهرن مان روڊن تي پنهنجي ٻارن لاءِ ماني جي گُهر ڪرڻ لاءِ نڪري آيون. 8 مارچ 1917ع يعنيٰ روسي زار دور جي ڪيلنڊر مطابق 23 فيبروري تي پورهيت ناريون پيٽروگارڊ جي گِهٽين ۾ ٻارن لاءِ ماني ۽ جنگ تان پنهنجي وَرَن جي واپسي لاءِ وڏي تعداد ۾ نڪري آيون. اِهو ايترو وڏو مظاهرو هو جو زار جي پوليس به روايتي ايڪشن نه ڪيو. آهستي آهستي جڏهن پورهيت مرد ساٿين به نارين جو سڏ ٻڌو ته اِهو مظاهرو 90 هزار جو ٿي ويو. ائين ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ وڌندڙ پورهيت مزاحمت جي ڪري عظيم فيبروري انقلاب برپا ٿيو جنهن زار شاهي جي ڪاري دور جو خاتمو ڪيو. ائين 8 مارچ جو ڏينهن نه صرف نارين لاءِ پر عالمي پورهيت تحريڪ لاءِ هڪ اهم ڏهاڙو ٿي ويو.

اِن عالمي ناري واد تحريڪ گهڻو ڪجهه حاصل ڪيو. اِهو سچ آهي ته سرمائيدار ملڪَ ناريءَ کي ووٽ جو حق ڏيڻ لاءِ تيار نه هئا سواءِ اتر آمريڪا جي ڪجهه رياستن جي پر اِن عالمي تحريڪ ۽ خاص طور تي 8 مارچ جي عالمي ڏهاڙي نارين کي تمام گهڻو سياسي ڻاهيو، ناريون اِن ڏهاڙي تي وسيع پيماني تي مظاهرن ۽ گڏجاڻين ۾ شامل ٿيون، تمام گهڻيون اخبارون ۽ ميگزين ناري واد تحريڪ ۽ اِن ڏهاڙي جي نسبت سان شايع ٿيا. ڪامريڊ اليڪسندرا ڪولنتائي لکي ٿي "نارين جي هر عالمي ڏهاڙي ڪانپوءِ، وڌيڪ

ناريون اشتراڪي پارٽين ۽ ٽريڊ يونين ۾ شامل ٿيون. تنظيمن ۽ سياسي شعور اوسر ڪئي” اِها نارين جي سياسي شموليت ۽ شعور جي اوسر هئي جنهن پهريان فيبروري انقلاب ۽ پوءِ آڪٽوبر سوشلسٽ انقلاب برپا ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. جڏهن سوشلسٽ رياست نارين کي قانوني، سياسي ۽ معاشي حق ڏنا ۽ نارين پنهنجي سياسي حقن لاءِ جدوجهد سرمائيداري ملڪن اندر جاري رکي، اُن لڳاءُ هيٺ سرمائيداري ملڪن جهڙوڪ انگلينڊ، جرمني، آمريڪا وغيره نارين کي ووٽ جو حق ڏنو. ائين 1918ع ۾ جرمني ۾ بورجوا حڪومت ٺهڻ سان ناريون اسيمبيلي تائين پهتيون، 1920ع ۾ آمريڪا 21 سالن کان وڏيڪ عمر رکندڙ نارين کي ووٽ جو حق ڏنو، انگلينڊ ۾ 1919ع ۾ پهريون دفعو هڪ ناري اسيمبلي تائين پهتي جڏهن ته فرانس ۾ نارين کي ٻين عالمي جنگ کانپوءِ ووٽ جو حق مليو. اڄ جيڪي سرمائيدار ملڪ جمهوريت جا سرواڻ ٿي ويٺا آهن ۽ ميزائلن ۽ بمن جي شڪل ۾ خود مختيار ملڪن اندر ”جمهوريت“ سپلاءِ ڪرڻ جو ٺيڪو ڪنيو ويٺا آهن انهن ملڪن نارين جي ووٽ جي حق کان وٺي مزدورن جي 8 ڪلاڪ ڪم ڪرڻ جي حق سميت ٻيا سمورا جمهوري حق پورهيت ۽ مارڪسي قوتن ۽ طبقن جي وڏي جدوجهد کانپوءِ مڃيا آهن. اڄ اڪثر ماڻهو سرمائيدار ادارن جي اثر جي ڪري انهن حقن کي فطري حق يا سرمائيدارن جو احسان سمجهي سوشلزم جي حاصلاتن تي سوال ٻيا اٿاريندا آهن. اسان ٻڌائيندا هلون ته نه صرف اِهي مليل جمهوري حق پورهيت سوشلسٽ قوتن جي حاصلات آهن پر اڄ هر ماڻهو جيڪا مفت تعليم، گهر، صحت ۽ روزگار جي گهُر ڪري ٿو. اها گهُر پڻ سوشلسٽ قوتن جي رهي آهي ۽ اڄ به مفت تعليم، صحت ۽ رهائش ڪيوبا جهڙي (سرمائيداري معاشي ڪٿ طور مطابق) غريب سوشلسٽ رياست ۾ ميسر آهي. ائين هر ماڻهو مفت گهر، صحت، تعليم ۽ روزگار جي گهر ڪري لاشعوري طور سوشلزم جي گهُر ڪري رهيو آهي. فرينچ انقلابي فلسفي والٽيئر ان ڪري ئي چيو هو ته ”اُن نظريي جو موت ڪڏهن به نٿو ٿي سگهي جنهن جو وقت اچي چڪو هجي“

اڄ جي ناري ۽ ان جو ڏهاڙو

اسان نارين جي عالمي ڏينهن، پورهيت ناري واد تحريڪ ۽ ان

جي حاصلاتن جي تاريخ تي ڳالهايوسين پر اڄ جي دنيا جي ناري خاص طور تي اسان جي سماج جي ناري جي حالت ڪهڙي آهي ۽ 8 مارچ جو ڏهاڙو ڪهڙي امڪانن جي نشاندهي ڪري ٿو، اهو موجوده حالتن ۾ تمام گهڻو اهم سوال آهي. نيو لبرل معيشت جي اُڀار ۽ سوويت يونين جي ڊهڻ سان ترقي پسند سياست جي پوئتي پوڻ ڪري سرمائيدار پوري دنيا پر خاص ڪري ٽين دنيا جي ملڪن جو استحصال بنا ڪنهن وڏي مزاحمت جي ڪري رهيو آهي. موجوده دور ۾ اولهه ۾ آيل معاشي بحران جي ڪري سرمائيداري رياستن نه صرف ٻين عالمي جنگ ڪانپوءِ ڏنل مراعتون واپس ورتيون آهن پر ٽين دنيا جي ملڪن جو استحصال به تيز ڪيو آهي، جنهن جو اظهار مادي وسيلن تي قبضي لاءِ ترقي پسند حڪومتن کي ڪيرائڻ جي سامراجي هٿڪنڊن ۾ ٿي رهيو آهي. اِن سڄي وايومنڊل جو سڀ کان وڏيڪ تباهڪار اثر ناريءَ تي پئجي رهيو آهي. دنيا ۾ سڀ کان وڏيڪ غريب ترين آبادي جو 70 سيڪڙو ناريون آهن. دنيا ۾ هڪ ارب نارين جي ڪمائي روزاني 80 روپين کان به گهٽ آهي. جيڪڏهن اسان پنهنجي سماج جي ڳالهه ڪيون جيڪو ٽين دنيا جو هڪ پٺتي پيل سماج آهي ته اُتي ناريءَ جي غلامي گهڻ پاسائين آهي. سنڌ اندر جاگيردار طبقي جي رياستي مدد سان سگهارو هجڻ ڪري فرسوده جاگيرداري روايتون ۽ نفسيات مڪمل طرح موجود آهن جنهن ڪري ڪاروڪاري ۽ گهريلو تشدد جهڙا لقاءُ وسيع پيماني تي ٿين ٿا. پدرشاهي خاندان ته هر طبقاتي سماج جو لقاءُ آهن پر اسان جي سماج ۾ ناري پنهنجي ڪمزور معاشي ۽ سياسي بيهڪ جي ڪري مرد جي مڪمل گرفت ۾ آهي. ترقي پسند سياست جي ڪمزور هجڻ ڪري، اسان جي سماج لاءِ اِهي لقاءُ فطري ٿي ويا آهن ۽ رياست ته اهڙي ڍانچي کي قانوني، مذهبي ۽ اخلاقي شڪل ۾ هٿي ڏيندي رهي آهي. ناريءَ جي غلاميءَ جو داستان اجان اِتي پورو نٿو ٿئي. هڪ پاسي ناريءَ پدر شاهي سرشتي ۽ روايتن ۾ مڪمل طرح ڦاٿل آهي ته ٻئي پاسي سرمائيداري سرشتي جو پيدا ڪيل معاشي عدم تحفظ پورهيت ناري کي تمام گهٽ اجرت تي پنهنجو پورهيو وڪڻڻ تي مجبور ڪري ٿو. ڳوٺن ۾ زمينن جي ڪمرشلائز ٿيڻ ۽ عالمي منڊي سان ڳنڍجڻ جي ڪري بک ۽ بدحالي پيدا ٿي آهي جنهن جو پورو نزلو گهر جي ناريءَ تي پوي ٿو. سنڌ جي ناريءَ جي حالت تي تمام وڏي تحقيق ٿي

سگهي ٿي جيڪا ان جي حالت کي وڌيڪ جامع انداز ۾ سمجهائي سگهي.

اسان مٿي مضمون ۾ 8 مارچ ۽ ان سان سلهاڙيل پورهيت ناري واد تحريڪ جي تاريخ پڙهندي اِهو ڏٺو ته نارين پنهنجا حق سياسي طور منظم ٿيڻ ۽ عمومي پورهيت طبقي سان اتحاد ۾ اچي هڪ وڏي جدوجهد ڪرڻ ڪانپوءِ ماڻيا. 8 مارچ جي ڏهاڙي جو، اسان جي سماج ۾ موجود ۽ پوري دنيا ۾ موجود پورهيت دوست ۽ ناري وادين لاءِ اِهو ئي پيغام آهي ته موجوده حالتن ۾ جتي ترقي پسند سياست ۽ خاص ڪري پورهيت ناري واد سياست پٽ سان لڳل آهي، اُتي نارين کي سياسي طور منظم ڪيو وڃي. اسان کي اِهو به ياد رکڻ گهرجي ته انقلابي ناري واد تحريڪ عمومي انقلابي سياست کان الڳ ناهي. ان ڪري عمومي انقلابي سياست کي فعال بنائڻ سان ئي ناري واد تحريڪ کي انقلابي بنيادن تي بيهاري سگهجي ٿو. اسان تاريخ ۾ اِهو به ڏٺو ته نارين جي عالمي ڏينهن تي نارين جي گڏجاڻين، مظاهرن، ليڪچرن ۽ پمفليٽن ناري واد سياست ۽ عمومي پورهيت سياست کي اڳتي وڌائڻ ۾ هڪ وڏو ڪردار اداڪيو. ان ڪري اڄ هر پورهيت دوست ۽ ناري وادي قوت لاءِ نارين کي ان ڏنهن تي منتظم ڪرڻ لازمي آهي ۽ اهو به ضروري آهي ته اِن ڏينهن جي تاريخي ڪردار ۽ طبقاتي نوعيت کي عوام آڏو واضح ڪري سرمائيداري ادارن جي کوکلي پروپيگنڊا کي وائکو ڪجي. 8 مارچ جي ڏهاڙي جو نارين لاءِ به هڪ پيغام آهي ته هُو پنهنجي شعوري ۽ لاشعوري غلاميءَ کي ختم ڪري اِهو سمجهن ته ڪوئي ڪنهن کي آزادي وٺي ناهي ڏيندو پر مظلوم پرتَ پنهنجي پاڻ کي پاڻ ئي آزاد ڪرائيندا آهن. ٻين لفظن ۾ نارين کي پنهنجي سوال کي پاڻ سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻي پوندي ۽ پنهنجي حقن جي جدوجهد لاءِ پاڻ وڙهڻو پوندو.

شہک سلیمانی
عورت

ایلن ریڈ اپنی ایک مشہور کتاب ’’The Myth of Women Inferiority‘‘میں لکھتی ہے کہ عورت نے انسانی سماج کو بنانے میں سب سے اہم کردار ادا کیا اور انسانی تہذیب ان وہمی داستانوں سے انکاری ہے کہ عورت مرد کی نسبت کم حثیت رکھتی ہے۔ سرمایہ داری نظام میں جس طرح نا ہموار ترقی ہوتی ہے ، اسی طرح سماج میں انسان کی قدر بھی ناہموار طریقے سے پھیلتی ہے۔ سرمایہ داری کی فطرت میں ہے کہ سماج میں مختلف طبقہ بنتے ہیں،قوموں کے حق خودارادیت کو مسخ کیا جاتا ہے ، علیٰ اور کم ظرف ذاتوں کی تقسیم ہوتی ہے اور مرد عورت کا فرق پیدا ہوتاہے۔سرمایہ داری اور طبقاتی سماج کی سب نمایا شکلوں میں سے ایک جنسی نابرابری بھی ہے۔ہمارے سماج میں مرد کو سیاسی ، معاشی ، ثقافتی اور دانشوری کا مالک سمجھا جاتا ہے جبکہ عورت کو اس کا غلام یا کم درجے کی حثیت دی جاتی ہے۔کئی صدیوں کی جدوجہد کے بعد عورت کو کھانے پکانے کے عمل سے نکال کر سماجی شعور کا حصہ نصیب ہوا۔لیکن یہ شعور اب بھی بیشتر حلقے کو آج بھی نصیب نہیں۔آج ریاست میں ہم اپنی سیاست کررہے ہیں اس میں جس قدر ہم ریاستی اور قومی سوال پر واضح موقوف دینے کی ضرورت ہے اسی قدر عورت کے سوال پر واضح ہونا ضروری ہے۔
سماج میں موجود استحصال کی مختلف شکلوں کا واضح طور پر تجزیہ کرنا اور ان کی وجوہات کو جانتے ہوئے تمام تضادات کی نشاندہی کرنا بہت اہم کام ہے جوکہ دائیں بازو کے لوگ ہی کرسکتیں ہیں۔ہر استحصال کے نتیجہ میں ایک طبقہ مستفید ہوتا ہے اور دوسرا اس کا شکار۔جو طبقہ مستفید ہوتا ہے وہ اپنی تمام کوششیں اس عمل پر صرف کرتا ہے کہ جن کی محنت کی بدولت وہ مستفید ہو رہے ہیں ، وہ طبقہ ہمشہ ان کے زیرِ دست رہے۔ مستفید طبقے کی سرپرستی ہی ان کی بقاء ہے جس میں وہ ریاست کا سہارا لیتے ہیں اور ریاست اپنے وجود کو قائم رکھنے کے لیے مختلف نظریات کو جنم دیتا ہے۔کہی وہ نظریات فرسودہ رسم و روایات میں دیکھائی دیتی ہیں اور کہی پر مذہب کا استعمال کیا جاتا ہے۔ ریاست اور مستفید طبقہ کہی جبر کا استعمال کر کے محکوم طبقہ کو اپنے مفاد کے لیے استعمال کرتے ہیں اور کہی پر نظریات کا سہارا لے کر ان سے رضامندی حاصل کی جاتی ہے۔ اس عمل کے نتیجہ میں ہم دیکھتے ہیں کہ مظلوم قوموں کی آزادی ضبظ ہوتی ، محکوم

طبقات پستے ہیں، نسلی نفرت پھیلتی ہے، ذات پات کی بنیاد پر فرق کیا جاتا ہے اور اسی کی ایک صورت گھروں میں موجود ''عورت'' کا استحصال ہے۔ ڈھابے سے لے کر اعلیٰ ہوٹلوں تک ہمیں وہ تمام کام نظر آتے ہیں جو کہ کسی گھر میں ایک عورت کرتی ہے۔اگر عورت کو گھر سے باہر نکال کر مارکیٹ میں لایا جائے تو گھر میں ہونے والے کاموں کی بھی قیمت ہوگی۔ جس کے لیے سرمایہ داروں کو مزدور کی کم سے کم آمدنی بڑھانی پڑ ے گی جس سے منفع کی شرح کم ہوجائے گی۔مغربی ممالک میں سوشلزم کے ڈر سے جہاں ولفیر سوسائٹیز بنی ہیں ، وہاں عورتوں کا سماجی ترقی میں اہم کردار بنا۔ جس کے نتیجہ میں سرمایہ داروں کو چائلڈ کیر کی قیمت دینی پڑی، جو کہ سویت بلاک کو روکنے کے لیے حکمت عمل کے طور پر استعمال ہوا۔ ہاوس ورکرز کا قیام وجود میں آیا جس سے مرد اور عورت کی اجرت میں اضافہ کیا گیا تاکہ وہ اپنے خرچے پورے کر سکیں۔ لیکن یہ عارضی تھا اور آج سرمایہ داری نظام نے دوبارہ سے سرمائے کی تقسیم کو مرکوز کرنے کے لیے سماج میں جنسی تقسیم کو فطری قرار دینا شروع کر دیا ہے۔ وہ یہ چاہتے ہیں کہ چائلڈ کیر ، اولڈ ایج بینفیٹ اور ہاوس ورکرز کا بوجھ اب ختم کیا جائے۔ سرمایہ دار چاہتے ہیں کہ اس گرتی ہوئی دیوار کا سارا ملبہ عورت سمبھالے ۔ خاندان کے ادارئے کواستعمال کرتے ہوئے اس پوری معاشی ڈھانچہ کو تیسری دنیا کے مطابق ڈھالہ جا رہا ہے۔ ان کی سوچ اب یہ ہے کہ عورت کی رضامندی حاصل کی جائے تاکہ وہ زیادہ استحصال کو برداشت کرئے۔ یا پھر پارٹ ٹائم کام کو ترجیح دے تاکہ وہ چائلڈ کیر اور ہاوس ورکرز کی قیمت اپنی اضافی کام کے اوقات سے پورے کرئے۔

عورت کا استحصال معاشی ، ثقافتی، معاشرتی اور جنسی انداز میں ہر جگہ اپنا اظہار کرتا ہے۔یہ قدرت کا نہیں بلکہ طبقاتی سماج کا قانون ہے جس نے عورت اس سے اسکا حق کھنچ کر سماجی طور پر اپاہج بنا دیا ہے۔فطرط کا سہارا لیتے ہوئے عورت کاسماج میں اعلیٰ مقام کھنچ کر زچکی کا عمل سونپ دیا۔آج بھی ہمیں اس سوال پر بحث کرنی پڑتی ہے کہ عورت کا فطری عمل گھر کو سمبھالنا اور بچے پالنا نہیں بلکہ ایک فرد کی حثیت ہے جس میں خواہشات کا عنصر وہی ہے جو کہ ایک مرد کا ہے۔جس طرح متوسط طبقے نے اپنے مفاد کو بچانے کے لیے ریاست کا وجود قائم کیا اسی طرح عورت کے لیے سماج نے خاندان کا ادارہ قائم کیا۔ جب مارکس اور انینگلز نے محکوم طبقوں کی محرومی کے پیچھے چھوپے معاشی اور سیاسی مقاصد کا پردہ کھولا تو عورت کااستحصال بھی اسی معاشی و سیاسی منظر نامہ میں آیا۔ عورت جس نے تہذیب بنائی ، جس نے نسلِ انسانی کو قائم رکھا اور جس نے سماج کے ارتقائی عمل میں نمایا کردار ادا کیا اس کو آج سماج میں قدرتی طور پر کمزور پیش کیا جاتا ہے۔ جبChapple & Coon نے Tierra del Fuego کے قبیلوں پر ریسرچ کی تو پتہ چلا کہ جب ایک مرد یہ کہتا ہے ''یہ

پتھر بہت وزنی ہے ‘‘ تو اس کا مطلب ہے کہ وہ کام عورت کرے گی۔ جس سے یہ ظاہر ہوتا ہے کہ عورت فطری طور پر کمزور نہیں ہے ۔ ایلن ریڈ ا نے اپنی مختلف تحریروں میں اس بات پر بحث کی کہ کس طرح عورت نے قدرت سے لڑنے کے لیے گھر بنائے، آگ دریافت کی اور سب سے اہم کہ عورت ہی زراعت تک جا پہنچی۔ لیکن آج ہمارے سماج میں یہ سمجھا جاتا ہے کہ عورت سماج میں موجود تضادات میں اہم کردار ادا کرنے سے قاصر ہے۔
کیا ہونی چاہیے ہماری سوچ ؟ کیا واقعی عورت سماج میں بنیاد
تضادات میں اہم کردار ادا کرنے سے قاصر ہے؟ کیا واقعی اس کی پہچان کا اظہار ہونا اسی کی پہلے سے موجود بے بسی میں اضافہ کرئے گی؟ نہیں ایسا نہیں ہے۔ہم یہ جانتے ہیں کہ پہلے سے موجود نظام ، پسے ہوئے طبقات کو سیاسی اور ریاستی اداروں سے شعوری طور دور رکھتے ہیں تاکہ وہ اس بات کو مانتے رہے کہ ریاست چلانا صرف ذہین لوگوں کا کام ہے ، جبکہ مزدور اور کسان اس قابل نہیں کہ وہ ریاستی عمور کو چلا سکیں ۔ پدرشاہی نظام میں عورت کو بھی اسی نظر سے دیکھا جاتا ہے ۔ ہم یہ بھول جاتے ہیں کہ مرد اور عورت میں فطری فرق ضرور ہے لیکن اس فرق کا مطلب یہ نہیں کہ عورت سماجی اور سیاسی معملات میں اہم کردار ادا نہیں کر سکتی۔سرمایہ دار جس طرح شعوری طور پر پسے ہوئے طبقات کو سماج کے بیشر معملات سے دور رکھتا ہے ، پدرشاہی نظام میں عورت کو سماج کے مختلف سیاسی ، سماجی اور ثقافتی عمل سے دور رکھا جاتا ہے۔جب ہم مزدوروں اور کسانوں کو اپنا ساتھی سمجھتے ہیں تو ہم یہ بھی جانتے ہیں کہ وہ سیاسی اور نظریاتی طور پر ابھی ہم آہنگ نہیں ہیں۔ مزدوروں اور کسانوں کے ساتھ مل کر ہم مختلف سیاسی سرگرمیاں کرتے ہیں ، ان کی تربیت کرتے ہیں اور ان کا سماجی شعور وقت کے ساتھ ساتھ بڑھاتے ہیں۔ ہم یہ جانتے ہیں کہ ایک مزدور ، جسے سرمایہ دار کم عقل سمجھتا ہے ، کو مختلف تجربات سے گزار کر اس نہج تک پہنچایا جا سکتا ہے کہ وہ سماج کے اعلیٰ ڈھانچہ کا فیصلہ کر سکیں۔ ٹھیک اسی طرح ہمیں یہ تسلیم کرنا ہوگا کہ عورت کو صدیوں سے سماجی اور سیاسی حالات سے دور رکھا گیا جس کی وجہ سے ان کی شعوری سطح مرد کی نسبت کم ہے لیکن جتنا ہم ان کو سیاسی و سماجی معملات میں ساتھ لے کر چلے گے اتنا ہی ان کی صلاحیتیں ابھرئے گی۔ عورت اگر خاندان کے ادارئے کو غلامی کی انتہا تک بھی ایک محسن طریقے سے چلا سکتی ہے تو وہ سماج کو آزادی سے چلانے کی اتنی ہی صلاحیت رکھتی ہے جتنی کہ مرد۔ بلکہ میرا تو یہ کہنا ہے کہ عورت اگر سیاسی اور سماجی طور اہم کردار ادا کرئے تو مرد سے زیادہ امن و امان برقرار رکھ سکتی ہے کیونکہ وہ ’’ماں‘‘ ہونے کا مطلب جانتی ہے ۔
اس نئی سرمایہ داری کے نظام نے دوبارہ عورتوں میں یہ سوال عام کر دیا ہے کہ کیا واقعی عورت ہی گھر کے کام کرنے کی مجازی ہے ؟ کیا یہ

فطر ی ہے یا اس کو فطری کہہ کر ان کو دوبارہ گھرکی چار دواری میں مشقت کرنے پر مجبور کیا جا رہا ہے۔ ذاتی ملکیت کا سوال اپنی جگہ لیکن انسان کی یہ عادت ، جو کہ سرمایہ داری نے پید ا کی ہے، کہ وہ ہر چیز کو اپنی ملکیت میں لینا چاہتا ہے کا عورت کو ملکیتی نظر سے دیکھنا ہمارے سماج میں عام ہے۔ملکیت کی ذہنیت ہی اسی استحصال کو قائم رکھے ہوئے ہے جس کی جڑیں '' خاندان '' کے تصور سے آتی ہیں۔ جس طرح ریاست ، ہر صورت میں ایک جبر کا آلہ ہے، خاندان بھی عورت اور مرد کے لیے جبری ملاپ کا ادارہ ہے۔جس میں عورت کو مجبور کیا جاتا ہے کہ وہ بلا معاوضہ بچوں کی دیکھ بھال، بڈھے لوگوں کا خیال اور کھانے پکانے جیسے کام کرئے۔جس سے مزدور کی کم سے کم اجرت میں کمی آئے گی اور کم اجرت سے فائدہ صرف سرمائے دار کو ہوگا۔

خاندان کے ادارئے میں عورت معاشی طور پر مرد پر منحصر ہوتی ہے جس کی وجہ سے سیاسی اور معاشی محرومی پیدا ہوتی ہے۔خاندان ، عورت کے سماجی اور سیاسی کردار کا قتل کرتا ہے ۔جب ہم یہ کہتے ہیں کہ ہم سماج کو تبدیل کرنا چاہتے ہیں تو اس کا مطلب ہے کہ ہماری پہلی جنگ اسی ادارئے سے ہے جس میں عورت کا استحصال ہوتا ہے۔ کچھ نظریاتی دوست شعوری یا لا شعوری طر پر یہ کہتے ہیں کہ ''عورت '' کو پڑھانے کا مقصد ہے پوری نسل کو تعلیم و تربیت کرنا۔ اس مفروضے سے ہمیں بھی باہر نکلنا ہوگا۔ ہم عورت کو تعلیم اس لیے دینا چاہتے ہیں کہ یہ اس کا حق ہے۔

سوشلسٹ سماج میں مرد بچوں کی دیکھ بھال کے لیے اتنا ہی ذمہ دار ہوگا جتنا کہ عورت۔گھرمیں عورت کو ہر چیز کی ذمہ داری دینا جاگیرداری اور سرمایہ داری نظام کا اصول ہے ہمارا نہیں۔ سوشلسٹ سماج میں خاندان کے ادارئے کو توڑا جائے گا تاکہ گھر میں رہنے والے دونوں انسان گھر کے اندر اور گھر سے باہر(سماج میں ) برابر ذمہ داریاں اٹھائیں۔ Inessa Armand نے کہا تھا کہ ''اگر آپ یہ سمجھتے ہیں کہ عورتوں کی آزادی اشتراکی نظام سے پہلے ممکن نہیں تو میں آپ کو یہ بھی بتا دوں کہ اشتراکی نظام کا قیام عورتوں کی آزادی کے بغیر نا ممکن ہے''

ڪامريڊ پريانڪا

# ڪُرد جنگجو عورتون



عام طور تي چيو ويندو آهي ته عورت جو عقل ڪُڙيءَ ۾ هوندو آهي. منجهس گهرائي ۾ سوچڻ ۽ صحيح فيصلا وٺڻ جي سگهه ئي ڪونهي، چاڪاڻ ته سندس دماغ مرد جي پيٽ ۾ ڏهه سيڪڙو گهٽ هوندو آهي. ڪيس نازڪ صنف به سڏيو ويندو آهي ۽ چيو ويندو آهي ته سياست. جنگ ۽ ويڙهه ڪرڻ عورتن جي وس جي ڳالهه ناهي. پر اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ وارا هڪ دفعو به جيڪڏهن تاريخ ۽ جنگين ۾ عورتن جي ڪردار ڪي غور سان جانچين ته ڪين پنهنجا رايا ضرور بدلائڻا پوندا. پوءِ چاهي اُها پهرين مها ڀاري جنگ هجي يا ٻين، لبنان جي خانه جنگي هجي يا اسرائيل سان مسلح ويڙهه، جون آف آرڪ کان وٺي ليلي خالد تائين عورتن هر لحاظ کان پاڻ کي بهترين جنگجو به ثابت ڪيو آهي. تاريخ ڪوڙ سارين اهڙين عورتن جي مثالن سان ڀري پئي آهي جن مردن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي شاندار لڙايون وڙهيون آهن. اُهي عورتون اهڃاڻ آهن، بهادري ۽ ڏاهپ جون، اميد ۽ برداشت جون. انهن عورتن هر قسم جي رڪاوٽن کي عبور ڪندي انقلاب ۽ مزاحمت جي رستي تي هلندي پاڻ مڃرايو آهي. انهن عورتن انهن سمورن عام رواجي خيالن کي غلط ثابت ڪيو جن مطابق عورتن جو ڪم صرف رڌ پچاءُ، گهر گهرستي ۽ ٻار پالڻ آهي. هنن عورتن ثابت

ڪيو ته ضرورت پوڻ تي هٿيار به سندن زيور ٿي سگهي ٿو. اسانجي سماج جي اُبتڙ جتي عورتون پي درجي جون انسان ليکيون ويندیون آهن ۽ جن جي لاءِ ڪجهه خاص پورهيا ۽ ڪم مخصوص آهن ڪي اهڙا سماج به هن دور ۾ آهن جتي عورتون برابر سماجي رتبي آهر نئين تاريخ رقم ڪري رهيون آهن، جتي عورتون پنهنجي عوام جي حقن جي تحفظ خاطر جڏهن هٿيار کڻي گهر منجهان نڪرنديون آهن ته هر پاسي هڪ پيو احترام سندن پليڪار ڪندو آهي.



ڪردستان (ڪُرد قوم جي ڌرتي) ترڪي، شام، عراق ۽ ايران جي چئن حصن ۾ ورهايل آهي ۽ هر جڳهه تي ڪرد عوام حڪومت طرفان جبر ۽ ڏاڍ جو شڪار آهي. هر جڳهه تي کين اقليت قرار ڏئي بنيادي جمهوري حقن کان به محروم ڪيو ويو. صدام حسين جي دور ۾ به لکين ڪردن کي ماريو ويو. انهيءُ سموري جبر ۽ ڏاڍ ۾ عورتن مردن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ پوڙيو آهي. جنگ هجي امن، ترقي هجي يا تنزلي، پدرشاهاڻي نظام جي اثر هيٺ اتي به عورتون ئي وڌيڪ متاثر ٿينديون رهيون آهن. پر هاڻ اُن ڪرد قوم جي جنگجو عورتن جون تصويرون سوشل ميڊيا تي بحث جو موضوع بڻيل آهن. انهن عورتن جي ذهني ۽ سياسي تربيت پئيان ڪردستان ورڪرز پارٽي آهي. انهيءَ مارڪسي تنظيم جو بنياد 1978ع ڌاري پيو. عبدالله اوڪلين ان تنظيم جو اُهو اڳواڻ هيو جنهن مردن سان گڏ عورتن جي به جنگي تربيت ڪرڻ جي شروعات ڪئي ۽ مسلح مزاحمت لاءِ تيار ڪيو. هاڻ اهي عورتون ئي آهن جيڪي پنهنجي قوم ۽ علائقي جي هر اول دستي طور مذهبي شدت پسند

تنظيم ISIS (اسلامڪ اسٽيٽ آف عراق ۽ شام) سان مهاڏو اٽڪائي بيٺيون آهن. انهن عورتن کان هي دهشتگرد تنظيم سخت نفرت ڪري ٿي ۽ خوف کائي ٿي. بقول هڪ ويڙهاڪ ڪرد عورت جي ته ” ISIS جا دهشتگرد ويڙهه دوران هڪ مرد هٿان مرڻ پسند ڪن ٿا نه ڪي ڪنهن عورت جي، ڇاڪاڻ ته سندن مڃڻ آهي ته ڪنهن عورت هٿان مرڻ ڪانپوءِ هو دوزخ ۾ ويندا ۽ 72 حورون ڏسڻ کان محروم ٿي ويندا“ . ISIS جي شروعات عراق کان ٿي. شيعا مخالف انهيءَ انتهاپسند تنظيم جو اڳواڻ مصعب الزرقوي هو. هن جي موت ڪانپوءِ ISIS جا اڳواڻ ۽ مقصد تبديل ٿيندا رهيا آهن. اڄ اها تنظيم پوري دنيا اندر نفرت، ڪوس ۽ بربريت جي اهڃاڻ طور مشهور آهي. اهڙي تنظيم سان ٽڪر کائڻ هر آزادي پسند عورت لاءِ همت ۽ فخر جي ڳالهه آهي. سچ لٿي ڪانپوءِ پنهنجي گهر کان ٻاهر نڪرڻ تي جنهن عورت کي شيطان جي لعنت جو حقدار سمجهيو ويندو هو، اُها عورت هاٿي مهينن جا مهينا، گهر کان ٻاهر، جبلن ۽ جنهگن ۾ ڪڏهن بُک تي ڪڏهن اڃ ۾ انسانيت ۽ آزاديءَ جي دشمنن سان وڙهندي گوليون هٽي به رهي آهي ته کائي به رهي آهي. اڄ انهن ئي عورتن جي هٿيارن جي آواز سان سندن قوم جو هر ٻچو ٻڌو جاڳي ٿو. پر سچ اهو آهي ته هنن هٿياربند عورتن جي جدوجهد صرف ڪرد عوام لاءِ ناهي نه ئي رڳو انهن کي ٿي اتساهي. هي جدوجهد پوري دنيا جي عورتن لاءِ آهي. بلڪل ايئن جيئن فرانس جو انقلاب صرف فرانس لاءِ ڪارآمد نه هيو. فرانسيسي انقلاب جيڪي عالمي سياست تي اثر وڌا، جيڪي اديب، شاعر ۽ ڏاها پيدا ڪيا تنهن کان پوري دنيا فائدو ورتو. جيئن روس جي آڪٽوبر انقلاب پوري دنيا جي پورهيتن ۽ مظلوم قومن کي همٿايو ۽ اتساهيو، جيئن چي گويرا پنهنجي

مسلح جدوجهد کان پهرين دنيا جي مزاحمتي تاريخ کي پڙهيو ۽ بعد ۾ پنهنجي ڪردار ۽ جُهد سان پوري دنيا اندر مزاحمت جو اهڃاڻ بڻيو، تيئن هنن ويڙهاڪ عورتن جي جدوجهد جا اثر صرف سندن عوام ۽ علائقي تائين محدود ناهن. سندن جدوجهد هر ان عورت لاءِ به آهي جيڪا پاڻ مٿان مڙهيل نازڪ صنف جو ٺپو قبول ڪري چڪي آهي. هنن ويڙهاڪ عورتن ۾ ڪي 30 سالن جون عورتون به آهن ته ڪي 16 سالن جون نوجوان ڇوڪريون به، پر سندن مقصد هڪ آهي، ISIS کان ڇوٽڪارو ۽ هڪ آزاد ۽ خودمختيار ملڪ. سندن جنگ ڪنهن هڪ دشمن سان نه آهي سندن جنگ هر مدي خارج ۽ آزادي دشمن لقاءَ، رنگ ڍنگ ۽ خيال سان به آهي.



هوئين به انقلاب صرف سياسي معاشي تبديليءَ جو نالو نه آهي پر اها هڪ ثقافتي تبديليءَ جو به نالو آهي. اهي ويڙهاڪ عورتون نوان ثقافتي قدر جوڙي رهيون آهن، جنهن ۾ اهي پراڻا ثقافتي قدر ڊهي رهيا آهن ته عورت جي سرگرمي شادي، ٻار، گهر، هار سينگهار کان ٻاهر نه ٿي ٿي سگهي. جيئن هڪ ڪرد جنگجو ڪامريڊ BEJAN چوي ٿي ته ”مان 16 سالن جي عمر ۾ پنهنجي دوستن سان گڏجي ڪردستان ورڪرز پارٽي جو حصو بڻيس. مان شادي نه ڪئي ڇو ته مان اوستائين اولاد پيدا نه ٿي ڪرڻ چاهيان جيستائين مان هن سماج کي رهڻ لائق نه ٿي ٺاهي سگهان.“ هي ڪُرد ناريون پنهنجي مرد ساٿين وانگر ئي صبح جو 4 بجي چانهه ۽ بريڊ جو ناشتو ڪري، پٿريلي ميدانن تي جنگي مشقون ڪن ٿيون. نشاني، فائرنگ ۽ گولاباري ۾ مهارت رکندڙ هي ناريون پنهنجي سامهون ايندڙ ڪنهن به وڏي جهڙپ کي منهن ڏيڻ لاءِ هر وقت تيار رهن ٿيون. هڪ ڪُرد ڪامريڊ مطابق، ISIS کان شخصي خوف ناهي

ISIS جنهن نظريي جي پيروي ڪري ٿي ۽ جيڪو نظام لاڳو ڪرڻ چاهي ٿو سو سچي انسانيت لاءِ خاص ڪري عورتن لاءِ خطرناڪ آهي. هڪ رپورٽ مطابق YPJ جو سچو دستو هڪ ناري ڪامريڊ NASIN AFRINO سنڀالي ٿي. اُن جي اڳواٽي هيٺ هي دستو ISIS کي گهڻن ئي علائقن مان ٻاهر ڪڍي چڪو آهي. ڪا به جنگ کٽڻ لاءِ صرف جسماني قوت گهربل ناهي هوندي پر ذهني اوسر به ضروري هوندي آهي، چاڪاڻ ته هٿيارن جي زور تي ظاهري دشمن کان آزادي ته حاصل ڪري سگهي ٿو پر جيسيتائين ذهني غلامي موجود آهي اصل آزادي ملڻ محال آهي تنهنڪري آزادي حاصل ڪرڻ جي عمل ۾ سمورن مدي خارج خيالن ۽ وسوسن منجهان جان ڇڏائڻ به ضروري آهي، تنهنڪري اهي ناريون پنهنجي شعوري اوسر لاءِ ترقي پسند ادب ۽ فلسفو به پڙهن ٿيون. هنن پنهنجي رستي جو چونڊ شعوري طور ڪئي آهي مثال طور هڪ ناري چوي ٿي ته "هن جنگ ۾ شامل ٿيڻ پٺيان منهنجا نظرياتي ۽ سياسي سبب آهن، مون پنهنجي ماڻهن جي تحفظ ڪرڻ جو عهد ڪري ڇڏيو آهي، مان سڀ ڪجهه ڏسندي اکيون بند ڪري ويهي نه ٿي سگهان، جيڪڏهن مونکي وري موقعو مليو ته مان وري به اهو ئي رستو چونڊڻ پسند ڪنديس، مون ڪڏهن به ڪنهن انسان کي مارڻ نه چاهيو آهي پر جيڪڏهن مان انهن کي نه ماريندس ته هو اسانجي ٻارن کي اغوا ڪندا ۽ اسانجي عورتن سان زيادتي ڪندا." ڪرد عورتن سچ پچ ته پنهنجي بهادري، خوداعتمادي ۽ مظبوط ارادي سان اهو ثابت ڪيو آهي ته ڪين پنهنجي مقصد سان پيار آهي ۽ انهيءَ لاءِ هو هر قسم جي تڪليف ڪٽي سگهن ٿيون، هر قسم جي قرباني ڏئي سگهن ٿيون. هن سماج ۾ هڪ مرد جي پيٺ ۾ پنهنجي وجود کي نيون معنائون ڏيڻ ۽ نون رستن جي چونڊ ڪرڻ جي ضرورت هڪ عورت کي وڏيڪ آهي. هر نئون ۽ پهريون قدم ڏکيو ضرور هوندو آهي پر اُهو هڪ نئين منزل جي اُميد به ڏيندو آهي. رستو جيڪڏهن هموار نه آهي ته بجاءِ هلڻ کان انڪار ڪرڻ جي، جيڪڏهن مستقل مزاجيءَ سان پيرڙا ڪٽجن ٿا ته واٽون به سڌيون ٿي پون ٿيون. جيڪڏهن پاڻ کي ڪمزور سمجهي هلڻ کان اڳ ويهي رهبو ته رستن جي هموار ٿيڻ جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي.

زندگي هر نئين موڙ تي هڪ نئين جنگ آ، ڪڏهن پاڻ سان ته ڪڏهن ٻين سان. جنگ جي ڪاميابي جو هڪ ئي اصول آهي ته پنهنجي حالتن کي تبديل ڪرڻ جي شروعات ڪجي. اسان سڀن جي اندر هڪ جنگجو عورت ويٺي آهي دير صرف پنهنجو پاڻ کي اهو احساس ڏيارڻ جي آهي ته اسان ڪمزور ۽ هيٺيون ناهيون جيڪڏهن اسان به پنهنجي حالتن کي تبديل ڪرڻ جي جدوجهد ڪيون ته اسان به هڪ نيئن تاريخ جوڙي سگهون ٿيون.

ڪامريڊ فهميده

# زينت ناول جو تنقيدي تجزيو

مرزا قليچ پنهنجي ناول ”زينت“ ۾ زينت جي ڪردار کي مثالي نموني طور ان مقصد سان پيش ڪيو آهي ته جيئن هن سماج جون عورتون زينت مان اتساهه وٺي سگهن ۽ جيئن هو پاڻ کي مڪمل عورتون ثاهڻ لاءِ زينت جو روپ ڌارين. مراز قليچ جو اهو ڪردار هر طرح کان هڪ مڪمل ۽ بي نقص شخصيت جو روپ آهي. زينت خوبصورت به آهي ته خوب سيرت به هوءَ نازڪ بدن ۽ شرميلي به آهي ته رڌ پچاءَ ۽ پرت پرڻ ۾ سگهڙ به. ان سان گڏ مرزا مطابق زينت هڪ غير رواجي ۽ پڙهيل لکيل ڇوڪري پڻ آهي.

زنيرا يوسف مرزا قليچ کي ناريواد جو خطاب ڏيندي چوي ٿي ته زينت ناول 19 صديءَ جي رسمي قاعدن کان آزاد آهي. جڏهن ته ناول جو تجزيو ڪرڻ سان خبر پوي ٿي ته جنهن زينت کي مرزا املهه ماڻڪ، سجاڳ، آزاد ۽ پڙهيل لکيل ۽ عقلمند جو لقب ڏنو آهي اها هڪ محتاج ۽ رواجي عورت آهي. جيتوڻيڪ مرزا زينت کي پڙهيل لکيل چوي ٿو پر محظ ٻه ٻوليون پڙهي ۽ لکي سگهڻ جي بنياد تي  ڪنهن کي سياڻو يا عقلمند جو درجو نٿو ڏئي سگهجي. مرزا جي لفظن مطابق:

”هوءَ (زينت) قرآن۽ ديني ڪتابن ۾ توڙي سنڌي ۽ فارسي پڙهڻ ۾ اهڙي چالاڪ ٿي وئي جو ڳالهه ڪرڻ کان ٻاهر“

اها تعليم زينت جي عقل جي اوسر ڪرڻ ۾ ته فائديمند ثابت نه ٿي پر ڪيس سٺي رشتي لاءِ موزون ضرور بڻايو. زينت جي تعليم جو مقصد صرف هڪ سٺو ور ملڻ ۾ ڪارآمد ثابت ٿي سگهيو.

مرزا قليچ زينت جي سونهن جي تعريف ڪجهه هن ريت ڪري ٿو:

”زينت بانو چوڏهن پندرهن ورهين جي جوان ڇوڪري هئي،ان جي باطني سيرت جي اسان  مٿي تعريف لکي آهي، ته سندس

ظاهري صورت به گهٽ ڪا نه هئي. پردي واري گهر جو ٻار هو ۽ سک سان پليو هو تنهن ڪري هوءَ ڏاڍي نازڪ بدن هوندي هئي. رنگ تمام اڇو نه هوس، ته به نهايت وڻندڙ هوس. ليڪن مهاندا ته اهڙا هئس جو ڏسندڙ جي دل ۾ چڀجي ويندا هئا.“

هنن لفظن مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته زينت جيئن ته هڪ عورت آهي ۽ هڪ مڪمل عورت هجڻ لاءِ اهو لازمي آهي ته هوءَ خوبصورت به هجي. زينت جو نازڪ بدن هجڻ اهو ڏيکاري ٿو ته عورت جو نازڪ بدن هجڻ عورت پڻي جي خاصيت آهي. اها خاصيت جيئن ته خاص طور تي عورت سان جوڙي ويندي آهي. ان ڪري عورتون جي نازڪ نه به هجن تڏهن به هو پاڻ کي نازڪ ظاهر ڪنديون آهن ته جيئن هو پنهنجي عورت پڻي کي ظاهر ڪري سگهن. عورتن ۾ اڳ روايتون تـه هاڻي اها سوچ پيدا ڪرڻ ۾ ميڊيا ڀرپور ڪردار ادا ڪري رهي آهي. مرزا زينت کي نازڪ بدن ۽ عام طور تي عورتن کي نفيس سڏيو آهي ، حقيقت اها نفاست نندپڻ کان ڪيل مخصوص socialization جو نتيجو آهي.

قليچ پنهنجي ناول ذريعي اهو پڻ اظهاريو آهي ته هڪ سٺي عورت جي هڪ نشاني شرمائڻ به آهي. ناول ۾ ڪيترن ئي جڳهن تي زينت جي شرمائڻ کي ان جي اخلاقي گڻن ۾ شامل ڪيو ويو آهي. علي رضا، جنهن سان زينت جي شادي ٿئي ٿي، جڏهن اوچتو زينت جي سامهون اچي ٿو ته هوءَ شرم کان منهن پاسي ڪري هلي وڃي ٿي. ساڳئي ريت جڏهن زينت جي سَسُ سندس ڀچايل ڪاڏي جي تعريف ڪري ٿي ته زينت حياءَ کان ڪنڌ هيٺ ڪري ويهي رهي ٿي، جيئن ته قليچ زينت جي شرمائڻ کي اخلاق سان جوڙيو آهي. ان جو مطلب اهو ٿيو ته جيڪا عورت نٿي شرمائي اها اخلاق جي دائري کان ٻاهر آهي. عورت جي شرمائڻ جو اخلاق سان واسطو نه پر هن جي نندپڻ کان شرمائڻ جي ٽريننگ جو نتيجو آهي. ڇوڪرين کي نندپڻ کان ئي ذري ڳالهه تي شرمائڻ جي تربيت ڏني ويندي آهي جنهن کي اخلاق جو نالو ڏنو ويندو آهي.

مرزا قليچ زينت کي غير رواجي به ڇوي ٿو ته ساڳي وقت پنهنجي ڳالهه جي ابتڙ به وڃي ٿو. شادي کان پوءِ علي رضا زينت

ڪي نالو وٺي سڏي ٿو پر زينت حجاب ۽ ادب ڪان نالي وٺڻ جي بدران پيارا سائين يا صاحب ڪري سڏي ٿي. جيئن ته اهو ڏيکاريو ويو آهي نالو نه وٺڻ عورت لاءِ ادب ۾ شامل آهي. ان جو مطلب اهو ٿيو ته مرد عورتن جي عزت ناهن ڪندا. جو اُهي بي حجاب ٿي زالن جو نالو ڪٺي سگهن ٿا. عزت، اخلاق، ادب جي سڄي ذميواري مرزا قليچ زينت ڪي ڏني آهي. زينت جو علي رضا ڪي سائين، صاحب ڪري سڏڻ هن سماج جي پدرشاهي نوعيت ڪي ٻوليءَ ۾ اظهاري ٿو چاڪاڻ ته سائين ۽ صاحب جهڙا لفظ پيار ۽ احترام ڪي گهٽ پر مرد جي عورت تي حاڪميت ڪي گهٽو ظاهر ڪن ٿا.

زينت ڪي سجاڳ غيررواجي چوندڙ مرزا قليچ زينت ڪي تمام گهٽو هيٺو ۽ غيرمزاحمتي، ڏيکاريو آهي. گهر وارن ڪان جدا ٿيڻ ڪانپوءِ هوءَ به هڪ سال مختلف ماڻهن سان گڏ رهي ٿي. گهر پهچائڻ جي گُهر ڪرڻ بدران زينت انهن ماڻهن سان رڳو ان ڪري رهڻ جو ارادو ڪري ٿي ته انهن ڪيس پناهه ڏئي مٿس احسان ڪيو هوندو آهي. اهو عمل زينت جي غير مزاحمتي ڪردار ڪي ظاهر ڪري ٿو. چاڪاڻ ته هوءَ ايتري همت ئي محسوس نه ٿي ڪري جو ماڻهن ڪان گهر پهچائڻ جي گهُر ڪري سگهي. زينت جي ان هٽي عمل جو اندازو هنن لفظن مان لڳائي سگهجي ٿو.

سيڻ ڏوسل (جنهن جي گهر ۾ زينت پناهگير هئي) زينت سان مخاطب ٿيندي:

مائي! جي تنهنجي مرضي هجي ته توکي بمبئي يا ڪراچي روانو ڪري ڇڏيون. پر زينت بانو چيو ته اجا ته اوهان سان منهنجي روزي لکيل آهي. ڪنهن ڏينهن اوهان ڪي آءُ پاڻهي عرض ڪنديس.

پدرشاهي سماج جي اها نوعيت رهي آهي ته عزت ۽ غيرت جي ذميواري عورت جي مٿان ٿوپي ويندي آهي. عزت لفظ جو تصور مرد ۽ عورت لاءِ بلڪل ئي مختلف معنيٰ رکي ٿو. هتي مردن جي عزت جو دارومدار پنهنجي ڪرتوتن جي بدران عورتن جي عملن تي آڌاريل هوندو آهي. جڏهن زينت پنهنجي مڙس جي ڳولها دوران پنهنجي حقيقي شناخت رڳو ان ڪري لڪائي ته متان ماڻهو زال ڪي نڌڻڪو ڏسي سندس خواري ڪن. اها زينت جي

بيوقوفي ئي هئي ته هوءَ پريشان حال هئڻ جي باوجود پنهنجي فڪر ڪرڻ بدران پنهنجي مڙس جي عزت جي ڳڻتيءَ ۾ ورتل آهي.

قليچ جو مثالي نمونو هن ناول جي پڙهندڙن کي اهو سبق پڻ ڏي ٿو ته هڪ سٺي، شريف عورت اها آهي جيڪا سوال نه ڪري، جيڪا بحث نه ڪري، جيڪا ها ۾ ها ملائڻ واري هجي. مڙس سان ملي ٿي، ان وقت سندس مڙس شادي ڪري هڪ ڌيءَ جو پيءُ بڻيو ويٺو هوندو آهي. ان وقت زينت ان ڳڻتيءَ ۾ پئي ڳرندي آهي ته هوءَ علي رضا کي ڪيئن ٻڌائي ته هو ته سال ڪهڙن ڪهڙن ماڻهن سان رهي آهي. جي هوءَ ٻڌائيندي ته سندس پاڪدامنيءَ تي شڪ ڪيو ويندو ۽ جي علي رضا پاڻ وٽ رکندس به تڏهن به محبت ڪا نه ڏيندس. جيتوڻيڪ مرزا زينت کي غير رواجي عورت ڏيکاريو آهي پر زينت جو پنهنجي پاڪدامنيءَ لاءِ خوف اهو ئي ظاهر ڪري ٿو ته هو سماج جي رواجي عورتن کان ڪنهن به لحاظ کان الڳ نه آهي. قليچ جو ”املهه ماڻڪ“ ڪردار پنهنجي حقيقت ٻڌائڻ لاءِ ڪنهن مناسب وقت جي آسري ۾ ويهي پنهنجي ئي مڙس جي گهر ۾ پورهيت ٿئي ٿي. عورت کي ايتري قدر هيٺو ڏيکارڻ جو مقصد اهوئي آهي ته عورت جو ڪم چپ رهڻ، برداشت ڪرڻ ۽ محتاج رهڻ آهي. عورت کي پنهنجي ڳالهه رکڻ لاءِ خاص موقعي جو انتظار ڪرڻ گهرجي ۽ جي موقعو نه ملي ته چپ ڪري ظلم برداشت ڪرڻ گهرجي.

سجاڳ زينت علي رضا جي ٻي زال جي مرڻ کان پوءِ به وسوسن جو شڪار رهي ٿي، هوءَ لڳاتار سوچيندي رهي ٿي:

”متان هو (علي رضا) وري ٻي شادي ڪري، متان منهنجي پاڪدامنيءَ ۾ شڪ اچيس ته رهندو هن حالت کان به خراب ٿيان.

مرزا قليچ پنهنجي ناول ۾ زال جي مڙس لاءِ فرمانبرداريءَ جو مثال ڏيڻ لاءِ اولهه جي ملڪن جي عورتن کي منفي (Negative) انداز ۾ ڏيکاريو آهي. علي رضا جو پٽ هڪ اولهه جي عورت سان شادي ڪري ٿي جنهن کي هڪ بدڪار عورت ڏيکاري اهو سبق پڻ ڏنو ويو آهي ته اولهه جون سڀئي عورتون خراب هونديون آهن. جڏهن ته زينت، زينت جي ڌيءَ ۽ ناول جون ٻيون عورتون ڏيکاري اهو سبق ڏنو ويو آهي ته اوڀر جون عورتون ڪردار ۾ سٺيون ۽

شريف هونديون آهن.

مرزا کي ناريوادي (feminist) جو لقب ڏيندڙ اهو ئي ثابت ڪن ٿا ته هن سماج ۾ عورتن جي حقن، عورتن جي انفراديت جو نمونو زينت جي زندگي آهي. عورتن کي اتساهه ڏيڻ لاءِ هڪ اهڙي عورت ڏيکاري وئي آهي جيڪا پنهنجي وجود جي نفي ڪري،مڙس جي حڪمن جي تابع بڻي رهي ٿي. هڪ اهڙي عورت جيڪا نه ته ڪو سوال ڪري ٿي، نه ڪا خواهش رکي ٿي، جيڪا وهمن ۽ وسوسن ۾ ٻڌل آهي، جيڪا ايتري قدر محتاج آهي جو مڙس اڳيان نوڪر ٿي رهي ٿي پر حقيقت نه ٿي ٻڌائي سگهي. هن سماج ۾ ناريوادي (feminism) جو مطلب اهو ئي آهي جيڪو قليچ زينت جي شڪل ۾ پيش ڪيو آهي. هن سماج ۾ اڄ به زينت جهڙي عورت پسند ڪئي وڃي ٿي. ۽ ناريواد جي معنيٰ زينت جهڙي عورت مان سمجهي وڃي ٿي. جڏهن ته حقيقت ۾ ناريواد قليچ جي ناريواد جي بلڪل ابتڙ آهي.

17 هين صدي ۾ اولهه جي عورتن جي شروع ڪيل ناريواد تحريڪ ان مقصد سان شروع ڪئي وئي ته جيئن عورتون پنهنجي وجود کي اهميت ڏين، چپ ڪري ناانصافي، جبر ۽ تڪليف سهڻ بدران ان خلاف جُهد ۽ ”نه“ چئي سگهڻ جي قابل ٿين. ناريوادي اها ناهي جنهن جي پنهنجي ڪا خواهش ڪا خوشي نه هجي، ناريوادي اها ناهي جيڪا فرمانبرداري جو تاج پائڻ خاطر مڙس جي ملڪيت بڻجي سُهندي هجي، ناريوادي عورت جي پنهنجي ذاتي سڃاڻپ ۽ زندگي ٿئي ٿي ۽ هوءَ اختلاف ڪرڻ پڻ ڄاڻي ٿي. اهڙي عورت زينت ۾ ڪٿي به نظر نٿي اچي.

مرزا قليچ جي هن ناول مان پدرشاهيت صاف بکي ٿي. ان لاءِ هي ناول عورت جي حقن، عورت جي آزادي جي مثال طور هرگز پيش نٿو ڪري سگهجي. عورت جي انفراديت، عقل ۽ اوسر جو مثال ”زينت“ نه پر سهڻي، مائي بختاور، سمون ڊي بوار، ميري وولسٽونڪرافٽ، ڪملاپسين ۽ ايماگولڊمان جهڙيون عورتون آهن. 17، 18 صدي جي عورتن جي جدوجهد مان پيدا ٿيل باغي مزاج ناريوادي عورت قليچ جي ان نازڪ مزاج عورت واري طرز زندگي کي غلامي سمجهي ٿي. آزاد عورت علي رضا جهڙن مردن هٿان

پنهنجي انفراديت ۽ آزادي جا پر ڪڏهن به ڪٽڻ نه ڏيندي.

صدف ٿَلهو

## نجي زندگي جي تاريخ
(ڊاڪٽر مبارڪ علي جي ڪتاب جو جائزو)



هي ڪتاب ڊاڪٽر مُبارڪ علي جو اُردو ٻولي ۾ يورپ جي تاريخ تي هڪ معياري ڪتاب آهي. هن ڪتاب جو مطالعو ڪرڻ سان اسان کي معاشري جي سماجي قدرن، روايتن ۽ ادارن جي تبديليءَ يا ترقي جي باري ۾ خبر پوي ٿي. ڊاڪٽر صاحب مطابق وقت سان گڏ سياسي، سماجي، معاشي تبديليون رونما ٿين ٿيون. ان تبديلي جي وهڪري ۾ ڪابه شيءَ ابدي، آفاقي ۽ هميشه رهڻ واري نه آهي. هي تبديلي هر شعبي هر پهلو ۽ هر سطح تي ايندي آهي. سائنس، ٽيڪنالاجي جي ترقي معاشري جون عادتون، طرزي زندگي ، رهڻ سهڻ چرپر بدلائي ٿي.ء سياسي واقعه معاشري جي سوچ تي اثرانداز ٿين ٿا.

جئين ته هي ڪتاب روم جي شروعاتي تاريخ کان شروع ٿئي ٿو. رومن جي دور ۾ خاندان جو دائرو مضبوط ٿي چڪو هو هڪ خاندان جو انحصار ٻار تي هوندو هو جيڪو اڳتي هلي خاندان جي روايتن کي واڌائيندو هو ٻار جي پيدائش جو انحصار خاندان جي آمدني تي هو. جيڪڏهن ٻار وڌيڪ پيدا ڪندا هئا ته انهن کي گهر جي ٻاهران رکي ڇڏيندا هئا ته ڪو ٻيو هن جي پرورش ته ڪو

ٻيو  هن جي پرورش ڪري يا ماري ڇڏي  نا جائيز ٻار به اڇلائي ڇڏبا هئا ڌئ جي پيدائش پسند نه  ڪيو ويندو هو. خاندان جو وڏو پئ هو .ء ٻار ان جي ملڪيت هوندا هئا. پيءُ کي هر فيصلي جو اختيار هو. جيڪڏهن پنهنجي اولاد کان ناراض ٿيندا هئا ته جائيداد ۾ بي دخل ڪري ڇڏيندا هئا. ملڪيت جي ورڇ پيءُ جي مرڻ کان پوءِ ممڪن هئي ۽ ائين به ٿيندو هو ته اولاد پيءُ کي قتل ڪري ڇڏيندي هئي جئين اها ملڪيت آساني سان حاصل ڪري سگهي. شادي هڪ فرض ۽ معاشي ضرورت هُئي. بعد ۾ هي ٻار پئدا ڪرڻ جو هڪ ذريعو ٿي. رومين ۾ شادي هڪ ذاتي معاملو هئي جنهن ۾ ڪنهن رهنما يا سياسي، مذهبي اداري جي عهديداري جي ضرورت نه هئي. ڪو نڪاح يا رسم رواج نه هيو بس ٻه خاندان ويهي ڏاج تي ڳالهائي شادي ڪرائيندا هئا ۽ طلاق ۾ ايتري ئي سولي هئي. مڙس کي زال تي فوقيت هئي. عورت تي لازم هو ته هو مرد جي اطاعت ڪري.

روم  ۾ غلامي جو ادارو هڪ سياسي جز طور گهڻو مضبوط هو. هي غلام نه صرف گهر ۾ ڪم ڪندا هئا بلڪه صعنتن ۾ مزدوري، محنت ۽ مشقت به ڪندا هئا ۽ انهن کان هارپو پڻ ورتو ويندو هو. هو مالڪ کي آقا مڃيندا هئا. ان جي خدمت کي پنهنجو فرض ۽ وفاداري کي پنهنجو ايمان سمجهندا هئا. انهن کي ٻئي ڪنهن قسم جي آزادي ته ڇا پر شادي ڪرڻ جي به اجازت به نه هُئي. گهڻو ڪري آقا پنهنجن غلامن کي سخت کان سخت سزائون به ڏيندا هئا.

هڪ رومي بادشاه هيدرين هڪ ڏينهن پنهنجي غلام جي اک ڪڍي ڇڏي. غلامن جي ان حالت کي ڏسندي رواقي فلسفين مالڪن کي ان ڳالهه جي تلقين ڪئي ته هو پنهنجن غلامن سان سٺو سلوڪ ڪن. ڇو ته سخت سزائن  جي ڪري غلام يا ته معزور ٿيندا هئا يا وري مري ويندا هئا. ان عمل ڪري بغاوت به ڪندا هئا. رومي عهد جي آخر ۾ غلامن کي شادي جي اجازت ملي. انهن مراعتن سان غلامن جي ڪا گهڻي حالت ته نه تبديل ٿي پر صرف انهن جي باري ۾ سوچيو ويو ته ڪجهه خيال ڪندي ڪين ڪي

مراعتون ڏنيون ويون. يونان ۾ عسائيت جي شروعات ۾ غلامن کي شادي جو حق ته هو پر سماجي طور تي ڪاخاص عزت نه هُئي. آقا غلامن جي زالن سان هم بستر ٿيندا هئا. اميرن ۽ غريبن ۾ تمام گهڻو فرق هو. امير پاڻ کي بهترين انسان تصور ڪندا هئا. هو هر وقت ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان پنهنجي دولت جي نمائش ڪندا هئا. امير ڪُوتاڻن کي نفرت ۽ حقارت جي نظر سان ڏسندا هئا. هڪ دفعو رومي بادشاه جي حڪم سان اسڪندريه شهر جي هارين کي انڪري شهر مان نيڪالي ڏني وئي ته انهن جو رهڻ ڪرڻ جو طريقو ٻين شهرين جهڙو نه هو. رومي دور ۾ شهرن کي هڪ پنهنجي حيثيت حاصل هئي. جتي ميونسپل ڪائونسل ذريعي عوام کي قابو ۾ رکيو ويندو هو. اميرن ۾ ڪم ڪرڻ جو رواج نه هو. اهي ڪم کي خراب سمجهندا هئا. انهن جي نظر ۾ محنت يا پورهيو هڪ بي عزتي واري ڳالهه هُئي. جيڪا صرف نوڪر ۽ غلامن جي ڪرڻ لاءِ هئي. جڏهن ته اهي واندڪائي کي پنهنجو شان سمجهندا هئا. يونان وانگي روم ۾ به پورهيي کي غلام جو ڪم سمجهيو ويندو هو. انهن وٽ مڪمل ماڻهو اهو هو جيڪو واندو هجي ۽ جنهن وٽ واندڪائي ئي واندڪائي هجي.

افلاطون مطابق شهرين لاءِ ضروري هو ته هو ڪُوتاڻن ۽ غلامن جي پيداوار تي پلجن ۽ شهرن کي منظم ڪن ۽ ارسطو ڪم ڪرڻ وارن لاءِ چيو آهي ته ڪم اهي ڪندا آهن جيڪي اخلاقن جي معيار تي زندگي گذاري نه ٿا سگهن هڪ ٻئي يوناني فلسفي ڊيمو سٿينز جو چوڻ آهي ته (جئين ته غريب انسانن وانگر ناهن رهندا تنهن ڪري هو پورا انسان ناهن هوندا. انسانيت صرف اميرن ۾ هوندي آهي) هڪ ٻئي فلسفي گيلن جي دوست فلسفو پڙهڻ اهو چئي ڇڏيو ته ان جي واندڪائي ختم ٿئي ٿي ۽ وٽس واندڪائي رکندڙ اعليٰ مقام تي هو. جنهن کي جيتري واندڪائي اهو اوترو ئي عزت وارو. غريبن سان انڪري به نفرت ڪئي ويندي هئي ته هو سڄي زندگي پنهنجي رزق جي تلاش ۾ محنت ڪرڻ تي مجبور هئا. تنهنڪري هو ڪو تخليقي ڪم نه ٿي ڪري سگهيا. ها هڪ ڳالهه ۾ غلام آزاد هئا. هو آزاد هئا ڪلڻ ۾ زور زور

سان ٺهڪ ڏيڻ ۾ زور سان پاڻ ۾ ڳالهائڻ ۾، مشڪري ، مذاق ڪرڻ ۽ شور مچائڻ ۾. انڪري سينيڪا جو چوڻ هو ته هڪ غريب کي گهڻو ۽ زور سان ڪلڻ جي آزادي آهي. ان جي اُبتڙ اميرن کي پنهنجي وقار ۽ عوام ۾ پنهنجي عزت کي بچائي رکڻ لاءِ پنهنجن احساسن، خواهشن ۽ جذباتن کي دٻائي رکڻو پوندو هو. هو هر وقت هر ڳالهه ۾ ادب ۽ اخلاق جو تمام گهڻو خيال رکندا هُئا. زور سان ڳالهائڻ يا مشڪري مذاق ڪرڻ کي هو بي ادبي ۽ بداخلاق سمجهندا هُئا. انڪري ئي هر وقت هو ان ڳالهه جو خيال رکندا هُئا ته مٿي ذڪر ڪيل ڳالهين جي ڪري ڪٿي ڪين شرمسارنه ٿيڻو پئي.

عورت ۽ مرد جي سماجي ڀيڪ ۾ تمام گهڻو فرق موجود هو. عورت جيڪڏهن ڪنهن امير گهراڻي مان هوندي هُئي ته ڪٿي ٻاهر ته ٺهيو پر پنهنجي گهر اندر به هڪ حصي کان ٻئي حصي تائين وڃڻ لاءِ پڻ ڪيس ڪنهن نوڪر کي ساڻ وٺڻو پوندو هو. ۽ جيڪڏهن اها عورت ڪنهن غريب گهراڻي مان هوندي هُئي ته به ڪيس گهر کان ٻاهر نڪرڻ جي ايتري اجازت نه هوندي هُئي سواءِ اميرن جي گهرن ۾ وڃي پورهيو ڪرڻ جي. ٻي صورت ۾ اهي غريب عورتون پنهنجن گهرن جي  اندر ننڍا پورهيا ڪنديون رهنديون هُيون.

رومي فلسفين وٽ اهو سوال پڻ تمام گهڻو اهم هو ته هن دنيا ۾ رهندڙ انسانن جون مصيبتون ۽ آزار ڪيئن گهٽ ڪجن. ان مسئلي جو حل اهي ٻن طريقن سان ڪڍندا هُئا جن ۾ هڪ مذهب هو ۽ ٻيو فلسفو. رومي آخرت ۽ جزا سزا واري معاملي ۾ تمام گهڻا متشڪي هوندا هُئا. هُو ته موت مان پڻ اها مُراد وٺندا هُئا ته انسان کي هن دنيا جي مصيبتن ۽ جنجهٽن منجهان ڇوٽڪارو ملي رهيو آهي ۽ مرڻ سان ماڻهو کي سڪون ۽ شانتي نصيب ٿيندي آهي. رومي پنهنجن ديوتائن سان پڻ دڪانداريءَ وارو تعلق رکندا هُئا. جيڪڏهن ڪوئي رومي جوپيٽر ديوتاکي قرباني ڏيندو هو ته اها اميد رکندو هو ته سندس طلب يا خواهش پوري ڪري بالڪل ائين جئين ڪو ماڻهو ڪنهن ٻئي ماڻهو سان ونهوار ۾ ڪندو آهي ۽ فرض ڪريو قرباني ڪرڻ کان

پوءِ به سندس مُراد پوري نه ٿئي ته اُهو ماڻهو وڏي واڪي چوندو هو ته ڇا هي ڪا ايمانداري آهي؟ هي ته دوکو آهي! جيڪڏهن ڪوئي بيمار ٿيندو هو يا مري ويندو هو ته سندس مٽ مائٽ ديوتائن سان گلا شڪوه ڪندا هُئا. هڪ پيرو ته هئين ٿيو ته هڪ رومي شهزادي جي مرڻ تي اُن شهر جا ماڻهو گڏ ٿيا ۽ ڪاوڙ ۾ اچي ديوتائن جي مندر کي ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيائون. اُن دور جي هڪ رومي ليکڪ ته پنهنجي ڪتاب ۾ ايستائين به لکيو آهي ته جيڪڏهن ديوتائن مونکي نه بخشيو ته پوءِ آءٌ به انهن کي نه ڇڏيندس. ماڻهن ۽ ديوتائن جي وچ اهو رشتوايئن هو جئين امير جو پاڻ ۾ هو. هو ديوتائن جي سامهون نه جهڪندا هئا نه ئي انهن کان ڊڄندا هئا نه وري انهن کي آخرت تي يقين هو. موت کي زندگي جي طويل سفر جو اختتام سمجهندا هئا. مري وڃڻ وارن جي تدفين تمام ڌوم ڌام سان ڪندا هئا. انهن کي ياد ڪري سندن جي قبرن تي تحفا به رکندا هئا مذهب کانسواءِ ڪافي فلسفين جا فرقا به هئا. جن ۾ ايپيڪيورين ۽ رواتي خاص طور مشهور هئا. انهن ٻنهن جو مقصد ساڳيو هو. ته انسان جي اندر ايتري قدر اعتماد پيدا ڪرڻ کپي ته هو ديوتائين جي خوف کان آزاد ٿي وڃن، رواتي به اِهو درس ڏيندا هئا ته انسان ايترو ته ذهني طور بلند هجي جتي هن کي ڪو به نقصان نه رسي. هو تقدير ۽ حادثن کان الڳ ٿي خوشي حاصل ڪري سگهن. ايپيڪيورين جو چوڻ هو ته زندگي جو مقصد تمام وهمن کان پاڻ کي آزاد ڪرڻ آهي. اهي ٻئي فرقا موت جو مزاق اڏائيندا هئا. خواهش کان پري رهڻ جي تلقين ڪندا هئا خاص طور تي دولت ۽ عزت جي خواهش اهي ٻئي فرقا هڪ ئي ڳالهه تي متفق هئا ته جيڪڏهن ڪوئي شخص بيماري يا ڪنهن به سماجي ظلم يا مصيبت جي ڪري زندگي جو مزو نه ٿو ماڻي سگهي ته ان کي خودڪشي ڪري ڇڏڻ گهرجي. اهي فرقا اخلاقيات جو درس نه ڏيندا هئا بلڪه انسان کي خوشين طرف وٺي ويندا هُئا معاشري ۾ فلسفي جو پنهنجو ڪردار هو هنن جو رهڻ ڪرڻ عام ماڻهن کان الڳ هو. هو ماڻهن کي نصيحتون ڪندا هئا هو شهر شهر گهمندا هئا ماڻهو مرڻ وقت انهن سان ڳالهائڻ چاهيندا هئا. هر فلسفي جو پنهنجو پنهنجو فرقو

هو جنهنجو مقصد سچ جي ڳولها هو. ۽ هر ماڻهو پنهنجي مذهب ۾ ردوبدل ڪندو هو.

فلسفي پاڻ ۾ ويهي محث مبائث به ڪندا هئا. معاشري ۾ اهو تاثر عام هو ته فلسفي ڪانسواءِ ڪو به پاڻ کي تعليم يافته نه چورائيندو هو. اميرن جي گهرن ۾ ڪتاب ۽ مجسمه هئا. اهي فلسفي نه صرف نظرين جي بنياد تي خودڪشي کي ڪندا هئا، پر ان سوچ کي اپاريندا پڻ هئا. هنن جو چوڻ هو ته انسان پنهنجي زندگي ۾ فطرت جي تابع نه هئڻ گهرجي. (هلندڙ)

تهريم سرهيو

## سماج ۾ نارين مٿان ٿيندڙ تشدد جا تفصيل



آئون پنهنجي لکڻي اوهان جي سامهون جيڪڏهن هن جملي سان شروع ڪيان "اسان جو سنڌي سماج هڪ غير ترقي يافته يا "اڻ اسريل" سماج (معاشرو) آهي" ته شايد پڙهندڙ اچرج ۾ اچن ۽ اختلافي بڻجي ائين چون ته حقيقت دراصل ائين ناهي جيئن ليکڪه صاحبه سوچي ۽ لکي ٿي، بلڪه ائين آهي جو اسان جو سنڌي سماج هڪ وڏيڪ اسريل سماج رهيو آهي ۽ پنهنجي ڳالهه جي ثابتي لاءِ 2-3 مثال ڏئي ڳالهه کي مان ڏين ۽ چون ته سنڌ جي تاريخ قديم دور کان اسريل رهي آهي، سنڌي معاشرو پنهنجي ادب ۽ جوڙجڪ ۾وڏيڪ اسريل نظر اچي ٿوءِ ان ۾ موهن جو دڙو هڪ بهترين مثال آهي.

ساٿيو! ڏسو! ڪنهن به سماج جي اسريل ۽ ترقي پذير هجڻ جا بنياد صرف ان جي ماضيءَ ۾ ٿيل ڪمن ۽ ڪارنامن يا تاريخ مان نه ٿا جوڙي سگهجن، سماج هڪ وهندڙ وهڪرو آهي، سماج اسريل اتان جي رهاڪن جي ذهني اوسر سان ٿيندو آهي ۽ جڏهن آئون ائين چوان ٿي ته اسان جو سماج هڪ غير ترقي يافته ۽ اڻ اسريل معاشرو آهي ته ان جو مقصد اهو آهي، جيڪڏهن سنڌ ۾ ڪنهن نئين سوچ يا جديد ڳالهه جو ماڻهن سان ذڪر ڪندو ته اهو هميشه گهرو/مهاپاپ ئي تصور ڪيو ويندو آهي. اسان جي ذهنن ۾ موجود اهي وهم، وسوسا، اڏوهي ڪاڌل رسمون، رواج ۽ ريتون رنڊڪ بڻجي اپري ايندڙيون آهن، اهو ئي ڪارڻ آهي ته سنڌ

هڪ اڻ اسريل سماج مڃيو وڃي ٿو. هتي ناحق جي ڳالهه باهه وانگر ڦهلائي ويندي آهي ۽ ماڻهو پڻ انهي تي اک ٻوٽي عمل ڪندا پر حق ۽ سچ جي ڳالهه جي وچ ۾ اجايا سماج جا ڪوڙا وسوسا ۽ ڪوڙيون ريتون جوڙي ڪٽي ايندا ۽ دليل پڻ ڏيندا. اسان جو سماج اڻ اسريل ان لاءِ آهي جو هتي رهندڙ انسان شديد وچڙيل بيمارين جو شڪار آهن، جيڪي سندن ذهنن کي اهڙي طرح وچوڙي ۽ جڪڙي ويٺيون آهن، جنهن کان بچڻ ناممڪن لڳي ٿو.

اسان جي سماج جي اڻ اسريل هئڻ جي هڪ نشاني اها به آهي ته سماج ۾ جتي نياڻي ست قرآن ڪري مڃي وڃي ٿي، انهي پاڪ نياڻي جي لڄالٿ ڪرڻ وقت سندن ضمير ۽ ظرف مريو وڃي ٿو. اسان جي اڻ اسريل هئڻ جي ٻي نشاني اها به آهي ته جنهن سماج ۾ عورت ماءُ جي شڪل ۾ هڪ عظيم شخصيت مڃي وڃي ٿي ۽ چيو وڃي ٿو ته ماءُ جي پيرن هيٺان جنت، ماءُ جو هنج ٻار لاءِ پهرين يونيورسٽي آهي. جتي اهڙيون ڳالهيون ڪتابن ۾ ڪهاڻين ۾ لکيون، پڙهيون وڃن ٿيون، اتي قديم زماني کان غيرت جي نالي تي ڪهاڙيءَ سان مارڻ جي روايت به خوشي ۽ بنا ڪنهن خوف جي ڪئي وڃي ٿي.

نازيه ( ڪو لنڪي) جو ڪيس اسان جي سامهون هڪ تازو مثال آهي، جنهن جي جسم ۾ اٺ گوليون سندس مڙس ٽن پائرن اڳيان هٽي ماري ڇڏيو، سندس ماءُ روئندي روئندي انصاف لاءِ هزارين طاقت رکندڙ وڏيرن، پوليس آفيسرن ۽ ليڊرن اڳيان در کڙڪايا پر انصاف هڪ پري جو مسافر بڻجي چڪو آهي. اسان جي سماج ۾ جيڪا انتهاپسندي زور پريندي ٿي وڃي ۽ انهي جو شڪار سماج جو پيڙهيل طبقو

ئي بڻيل آهي. سوال اهو آهي ته عوام جي حقن لاءِ ڪير آواز ڪڍندو؟ اها سمجهڻ جي ڳالهه آهي ته جيڪڏهن اها حڪومت جي ذميواري آهي ۽ حڪومت پنهنجي عوام جي تحفظ ۽ حقن جو خيال رکي، پوءِ ڇا حڪومت پنهنجي ذميواري عملن صحيح نموني نڀائي ٿي؟ جيڪڏهن ائين ئي آهي ته پوءِ ڇواقليتن جي حقن وارو بل 1976ع کان هر هر رد ڪيو وڃي ٿو ۽ اڃا تائين ڪورٽ انهي بل کي پاس نه ڪيو آهي.انهي جو سڀ کان وڏو اثر پاڪستان ۾ رهندڙ غير مسلم شهري پيڙهجي رهيا آهن

هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان طرفان ڇپيل هڪ ڪتاب
”State of human rights in 2013“ ۾ موجود ”Pakistan Constitution“ 37، 35، 27، 25 آرٽيڪل مطابق.

ترجمو: سڀئي شهري پاڪستان جي قانون مطابق برابر جا حقدار آهن ۽ رهندڙ ڪي برابر جو تحفظ ڏنو ويندو.

هتي جنس جي بنياد تي فرق ڪو نه ڪيو ويندو ۽ نه ئي عهدن تي چاڙهڻ وقت جنسي تضاوت ڪئي ويندي.

حڪومت پوري طريقي سان ٻارن، عورتن، خاندانن ۽ شادين جي تحفظ جي ذميواري رکي ٿي.

قانون پاڪستان آرٽيڪل 37، 35، 27، 25:

پاڪستان جي قانون مطابق عورت ۽ مرد برابري جي بنياد تي عهدن تي چاڙهيا ويندا ۽ تحفظ پڻ برابري جي بنيادن تي ڏنو ويندو، جڏهن ايچ آر سي پي 2013 رپورٽ مطابق اڄ پاڪستان ۾ جتي مرد 82 سيڪڙو ليبر فورس ”Lab our Force“ جو حصو آهي اتي عورتون صرف 28 سيڪڙو نوڪري ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪرن ٿيون ۽ 20 سيڪڙو کان گهٽ عورتون بنيادي تعليم حاصل ڪري رهيون آهن، پاڪستان ۾ وڌندڙ دهشتگردي ٻارن ۽ عورتن خلاف تشدد Violence خاص طور تي ننڍين ڇوڪرين جي شادي ۽ ٿيندڙ مختلف ظلم جنهن ۾ ريپ، قتل جا ڪيس، زندهه ساڙڻ ۽ تيزاب هاري سندن چهرو ڇڇري ڇڏڻ يا وري گهرو ڏاڍ ۾ سندن چپ، نڪ ۽ وار ڪٽي مارڻ جا ڪيس وڌندڙ تعداد ۾ درج ٿين ٿا، 2013ع هيومن رائٽيس رپورٽن ۾ اهو پڻ ڄاڻايو ويو آهي ته پاڪستان ۾ عورتن تي جبري ڏاڍ/لڄالٽ جا اينرا ڪيترائي ئي ڪيس سامهون آيا، جنهن ۾ قاتلن اهو ڄاڻايو ته عورت کي ايڊس هئڻ ڪري ماري ڇڏيائون، پوءِ اهڙن ڏاڍ ۽ ظلم جي خلاف ڪو قانون آهي؟ جڏهن اسان جي سماج ۾ اهڙا ڪيس سامهون اچن ٿا ته دهشت وچان اسان جون دليون بلڪل ڏري پون ٿيون ۽ خوف و حراس تاري ٿي پوي ٿو پر ڄاڻو ته انهن وحشي ۽ دردندگي خلاف آواز اسان منجهان ئي اڀري سگهي ٿو. اشرف بيگم جهڙا ڪيس جيڪا اسان منجهان ئي آهي، ان کي ڪا خبر نه هئي ته سندن ڪهڙو حال ٿيندو؟ پر سندس همٿ کي آئون سلام پيش ڪريان ٿي، جنهن

انسانيت جو حوصلو وڌايو. اشرت بيگم گنجراوالا ۾ ستن سالن تائين ڪنهن اجمل نالي شخص جي قيد ۾ جبري لڇالٽ جو شڪار رهي. اشرت 7 سال اڳ سندس ماءُ پيءُ جي وفات ڪانپوءِ ماڊل ٽائون ۾ ڪرائي جي گهر ۾ رهڻ شروع ڪيو جتان هوءَ اجمل نالي هڪ شخص جي هٿ ۾ اچڻ ڪانپوءِ ستن سالن تائين ذهني ۽ جسماني اذ يتون ڏئي، جبري لڇالٽ ڪئي ويندي هئي، اجمل پنهنجي ڪيترن ئي دوستن ڌانهن پڻ اشرت وڪرو ڪيو. جن ۾ صفدر، ياسر ۽ ناصر علي نالي ڇوڪرا شامل آهن. هوءَ ست سالن تائين قيد، پيڙاهه ۽ وحشت جو شڪار رهڻ ڪانپوءِ آخر فرارٿيڻ ۾ڪامياب ٿي. هڪ ليڊي ڊاڪٽر ميڊيا کي ڄاڻايو ۽ ثبوت پيش ڪيا ته حقيقت ۾ اشرت بيگم سان جبري لڇالٽ ڪئي وئي آهي.

سنڌ ۾ 28 جون تي ڪائنات سومرو جو ڪيس نظر آي.، هڪ ٻالڪ ڇوڪري جنهن کي قانونن جي ڪٽهڙن خوار ته ڪيو پر سندن ظلم ڪندڙ کي نه ڪا سزا ملي ۽ نه ئي انصاف مليو، سندس ڀاءُ کي بيگناهه پڪڙي ماري ڇڏيائون، جنهن جو لاش خضدار بلوچستان مان مليو. قاتل ڪير آهن؟ ڏوهاري ڪير آهن؟ اسان وٽ حق جي دانهن ڪجي ته موچڙو ملندو آهي پوءِ ڇو نه پلا ناحق جي ڪاهه هجي.

ايچ آر سي پي هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان جي ڏنل رپورٽ جيڪا ڊان ۾ شايع ٿي هئي ان مطابق

2014ع پهرين جنوري کان 31 جنوري تائين پنجاب ۾ 113 ڪيس لڇالٽ جا رڪارڊ ٿيا آهن. جڏهن ته 2013ع جي پوري سال اندر 2576 ڪيس رجسٽر ٿيا. خيبرپختخوا جي آفيشل ڪرائيم مطابق 127 لڇالٽ جا ڪيس ۽ 3 شديد اجتمائي لڇالٽ جا ڪيس داخل ٿيا. جڏهن ته سنڌ ۾ 27 اجتمائي لڇالٽ جا ڪيس داخل ٿيا .

پاڪستان اندر اڄ تائين ڇوڪري جي ڇمڻ تي عورتن جو قتل ڪيو وڃي ٿو. 56 ڪيس اهڙا مليا آهن جن ۾ ڇوڪريءَ جي ڇمڻ تي ٻار ۽ ان جي ماءُ جو قتل ڪيو ويو. ميڊيا ڄاڻايو آهي ته ايچ آر سي پي جي رپورٽ ۾ڪل 156 عورتن تي تيزاب جي حملن جا ڪيس مليا.

2013ع ۾ ڪل 869 عورتون غيرت جي نالي تي ماريون ويون.

2013ع ۾ 800 کان مٿي عورتن خودڪشيون ڪيون.

مٿين رپورٽ 2013 جي آهي پر جي 2014ع جو ذڪر ڪجي ته عورت فائونڊيشن مطابق 2014-2013 آڪٽوبر ڪان وٺي 3 مهينن اندر 421 ڪيس سنڌ ۾ مليا جن ۾ 249 شادي شده عورتون، 67 غير شادي شده عورتون ۽218 عورتون اهڙيون غير شادي شده آهن جن جا چاڻايل ڪيس اڏورا درج ٿيل آهن يا وري ختم ٿيل/لڪيل آهن.

مٿي چاڻايل ڪيس هن ريت درج ٿيا.

76 قتل ڪيس (Murder case)

49 خودڪشي جا ڪيس

41 جرڳو(راڇوٽي)

41 عورتن سان زيادتي ۽ اغوا جا ڪيس

12 لچالٺ ۽ اجتمائي لچالٺ

17 جنسي ڏاڍائي (sexual assault)

17 تشدد جا ڪيس

19 زوري خودڪشي ڪرائڻ جا ڪيس

مٿي چاڻايل ڪيس هيٺئين شهرن ۽ علائقن ۾ ٿيا آهن

72 خيرپور، 28 شڪارپور، 21 بينظير آباد، 15 ميرپورخاص، 12 ڪراچي، 9 حيدرآباد، 7 ٺٽا، هڪ ٽنڊو الهيار، 46 جيڪب آباد، 27 سانگهڙ، 21 گهوٽڪي، 15 ڪشمور، 12 ڄامشورو، 8 بدين، 4 عمرڪوٽ، 45 لاڙڪاڻو، 23 سکر، 16 نوشهروفيروز، 14 ٿرپارڪر، 11 دادو، 8 قمبر ۽ 2 ٽنڊو محمد خان.

جنهن سماج ۾ عورت ۽ ٻار پيڙهيل هجن اها قوم ۽ سماج ڪڏهن به اسريل نه ٿو ٿي سگهي ۽ جنهن قوم جي 52 سيڪڙو آبادي ڪي گهر ۾ ويهاري ۽ صرف 42 سيڪڙو حصي ڪان ڪم وٺي اهو سمجهيو وڃي ٿو ته اها قوم ترقي ڪندي. آئون سمجهان ٿي ان ڪان وڏيڪ وهم ۽ خوش فهمي ۾ شايد هي ڪوئي هجي! پاڪستان ۾ 52 سيڪڙو عورتن ۽ ٻارن جو تعداد آهي جيڪي ڪٿي ذهني تشدد ته ڪٿي جسماني تشدد جو شڪار آهن. اسان جي سماج ۾ هر ٻيو گهر ڇڏي ڪنهن ٽئين گهر ۾ عورت تي ظلم جو قصو موجود آهي. اسان کي سمجهڻ جي ضرورت آهي ته پاڻ کان مظلوم تي حاوي ٿيڻ سان ئي پنهنجي شناخت ۾ طاقت، همٿ ۽ جرئت جهڙيون خوبيون نه ٿيون ڳولي سگهجن ۽ نه ئي ان ۾ ڪنهن ترقي يا آزادي جي منزل ماڻي سگهجي ٿي.

# پھانسی سے قبل ریحانہ جباری کا ماں کے نام جذباتی خط

ریحانہ نے اپنی والدہ کے نام اپنے آخری خط میں لکھا تھا

’’میری عزیز ماں،

مجھے آج پتہ چلا کہ مجھے قصاص (ایرانی نظام میں سزا کا قانون) کا سامنا کرنا پڑے گا، مجھے یہ جان کر بہت دکھ ہو رہا ہے کہ آخر آپ اپنے دل کو یہ یقین کیوں نہیں دلا رہی ہیں کہ میں اب اپنی زندگی کے آخری مقام تک پہنچ چکی ہوں۔آپ کو پتہ ہے کہ آپ کی اداسی مجھے کس قدر پریشان کرتی ہے؟ آپ مجھے اپنے اور پاپا کے ہاتھوں کو چومنے کا موقع کیوں نہیں دیتی ہیں۔

ماں، اس دنیا نے مجھے 19 سال جینے کا موقع دیا تھا۔ اس منحوس رات کو میرا قتل ہو جانا چاہیے تھا۔ میری لاش کو شہر کے کسی کونے میں پھینک دیا گیا ہوتا اور پھر پولیس آپ کو میری لاش کو پہچاننے کے لیے بلواتی اور آپ کو پتہ چلتا کہ قتل سے پہلے میرا ریپ بھی ہوا تھا۔ میرا قاتل کبھی بھی گرفت میں نہیں آتا، کیونکہ آپ پاس اس کی طرح نہ ہی دولت ہے، نہ ہی طاقت۔ اس کے بعد آپ کچھ سال اسی عذاب اور پریشانی میں گزار تیں اور پھر اسی عذاب میں آپ بھی انتقال کرجاتیں۔ لیکن، کسی لعنت کی وجہ سے ایسا نہیں ہوا۔ میری لاش تب پھینکی نہیں گئی۔ لیکن، یہاں جیل کی قبر میں یہی کچھ ہو رہا ہے۔ اسے ہی میری قسمت سمجھیے اور اس کا الزام کسی کے سر نہ ڈالیے۔ آپ بہت اچھی طرح جانتی ہیں کہ موت زندگی کا خاتمہ نہیں ہوتی۔ آپ نے ہی تو کہا تھا کہ انسان کو مرتے دم تک اپنے اقدار کی حفاظت کرنی چاہیے۔

ماں، جب مجھے ایک قاتل کے طور پر عدالت میں پیش کیا گیا، تب بھی میں نے ایک آنسو نہیں بہایا۔ میں نے اپنی زندگی کی بھیک نہیں مانگی۔ میں چلّانا چاہتی تھی لیکن ایسا نہیں کیا کیونکہ مجھے قانون پر پورا بھروسہ تھا۔

ماں، آپ جانتی ہیں کہ میں نے کبھی ایک مچھر بھی نہیں مارا۔ میں کاکروچ کو مارنے کی بجائے اس کو مونچھ سے پکڑ کر اسے گھر سے باہر

پھینک آیا کرتی تھی، لیکن اب مجھے ایک ارادے کے تحت قتل کرنے کا مجرم بتایا جا رہا ہے۔

وہ لوگ کتنے پُر امید ہیں جنہوں نے ججوں سے انصاف کی امید کی تھی۔ آپ جو سن رہی ہیں، مہربانی کرکے اس پر مت روئیے۔ میں اپنی موت سے پہلے آپ سے کچھ کہنا چاہتی ہوں۔ ماں، میں مٹی کے اندر سڑنا نہیں چاہتی۔ میں اپنی آنکھوں اور جوان دل کو مٹی میں بدلنا نہیں چاہتی، اس لیے استدعا کرتی ہوں کہ پھانسی کے بعد جلد سے جلد میرا دل، میرے گردے، میری آنکھیں، ہڈیاں اور وہ سب کچھ جس کا ٹرانسپلانٹ ہو سکتا ہے، اسے میرے جسم سے نکال لیا جائے اور انہیں ضرورت مند شخص کو عطیے کے طور پر دے دیا جائے۔ میں نہیں چاہتی کہ جسے میرے اعضاء دیے جائیں اسے میرا نام بتایا جائے۔

شخصيت

كامريڊ بلقيس

# فرزانه مجيد بلوچ

منهن مٿانهان جن جا سي پٽيو ڪڍن پار
جيڏيون هن جهونجهار، اجاري سڀ آجا ڪيا



بلوچ سماج جتي اڃا قبائلي ثقافت جا اثر باقي آهن ۽ جتي سياسي گهٽ ٻوسٽ جي ماحول ۾ مردن جو نڪرڻ مشڪل آهي، اتي عورتون جدوجهد ڪري رهيون آهن. انهن عورتن مان هڪ اهم متحرڪ ڪردار فرزانه بلوچ جو آهي جنهن سماجي من گهڙت ڏند ڪٿائن کي ٽوڙي( ) ڪري ثابت ڪيو ته عورت پهنجي ٻچي مان عورت پٽي جا طوق لاهي سگهي ٿي. فرزانه مجيد بلوچ ڪنهي ڪنيل بلوچن لاءَ جهد ڪرڻ وارن مان سڀ کان اڳيري نظر ٿي اچي ٿي. جنهن شايد عام رواجي رسمن کي ٽوڙي اڳتي وڌڻ جو پڪو پهه ڪيو آهي. لطيف سائين به عورت جي متحرڪ هجڻ کي سرهايو آهي. سورن جي پري کي ڪلهن تي کڻي هلڻ واري جي اميدن کي اتساهه ڏنو آهي.

پٽيندي ساهي جنهن سور پڌايو
سندرو
ٻي هر ڪا هٽندي هٺ ميار جا

بلوچستان جي گذدار علائقي جي هڪ سياسي گهر ۾ جنم وٺهندڙ فرزانه هوش سنڀاليندي ئي ان ڳالهه کي سمجهي ورتو ته جنهن سماج ۾ هن جنم ورتو آهي اهو سماج صرف ئي صرف بدحالي، نا انصافي،غربت ئي آڇي سگهي ٿو جتي پنهنجي مرضي

سان ساهه ڪٽن به عذاب آهي.هن بلوچستان يونيورسٽي مان بايو ڪيميسٽري سان گڏ بلوچ ادب ۾ به ماسٽرز ڪيائين، ۽ جنهن وقت سندس پيءُ کي انٽيليجنس وارا ڪنپي ڪٽي ويا ته هيءَ ايم فل جي به شاگردياڻي هئي پر مستقل بک هڙتال ۾ ذرڙي ۾ ويهڻ سبب تعليمي سلسلو اڳتي نه وڌي نه سگهيو. سندس پيءُ کي 8جون 2009 ۾ کنيو ويو جيڪو اڄ تائين گم آهي.ان ڳالهه ئي ڪيس پنهنجي سماج جي آزادي لاءِ وڙهڻ ۽ پنهنجي ماڻهن کي غلامي جي لعنت مان آجو ڪرائڻ تي مضبوطي سان بيهاريو.

سماجي يا قومي متڀيد خلاف جهدوجهد ڪندڙ ۽ اتسائيندڙ ڪردار فرزانه مجيد به هڪ چونڊ ڪئي. استحصال ۽ جبر کي ماٺ ڪري ويهي برداشت ڪرڻ بجاءِ آواز ڪٽڻ ۽ ان جبر خلاف مزاحمت ڪرڻ جي چونڊ ڪئي. سماج ۾ اسان کي هر هنڌ چونڊ ڪرڻي هوندي آهي. ڪڏهن حق ۽ ناحق جي وچ ۾ چونڊ، ڪڏهن سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾ چونڊ، ڪڏهن مزاحمت ۽ تابعداري وچ ۾ چونڊ، ڪڏهن مظلوم ۽ ڏاڍي جي وچ ۾ چونڊ. مرڻو ته هڪ ڏينهن آهي ئي، پوءِ ڪهڙي موت جي چونڊ ڪجي؟ چپ رهي گولي کائجي يا ڳالهائي مرجي ته فرزانه ڳالهائڻ جي چوند ڪئي. فرزانه مجيد بلوچ هڪ انٽرويو ۾ چيو ته مان سمجهان ٿي ته سيا ست ڪرڻ، پهنجي حقن لاءِ وڙهڻ، پنهنجي قوم جي حقن لاءِ وڙهڻ هر انسان جو حق آهي.مهنجو پيءُ ڪو مليٽنٽ نه هو، بلڪه سياسي ڪارڪن هو. پهنجي قوم لاءِ جهڙيندڙ هو.هو پڙهيل لکيل نوجوان آهي. هو بلوچن کي حق ڏيارڻ پيو چاهي .

انسان پنهنجي دور جي پيداوار هوندو آهي وقت ۽ حالتون انسان کي جنمين ٿيون. انهن کي ٿاهڻ ۾ حالتن جو اهم ڪردار هوندو آهي.ته هتي سوال اٿي ٿو آخراهي ڪهڙيون حالتون هيون. جنهن فرزانه بلوچ کي اڳتي وڌڻ جو اتساه ڏنو،همت ڏني. اسان جنهن غلام سماج ۾ رهون ٿا اتي عورتن کي ماٺ جو پاٺ پڙهايو ويندو آهي پر ڪيئي اهڙيون به ناريون آهن جيڪي سمجهن ٿيون ته گهر ويهي لڙڪ وهائڻ بجاءِ حالتن کي ڏسندي ۽سچ جي پرچار ڪندي ان لاءِ جنگ جوٽڻي آهي ته پوءِ پنهنجي عورت پڻي کي ڪمزوري نه پر ان کي هٿيار ٺاهي هلڻو آهي.همت جي جوت کي اُجهائڻو ناهي بلڪه اميد کي زنده رکڻو آهي.سفر اڻ کٿ ئي چو نه هجي ان تي هلڻو آهي. اهو ئي سبق فرزانه به ثابت ڪيو. ماما

قدير ۽ فرزانه بلوچ جي اڳواڻي ۾ ٽي هزار ڪلو ميٽر جي لانگ مارچ جنهن سان گڏ پيون به ڪجهه ڇوڪريون، نوجوان ٻار ۽ بزرگ شامل هيا هڪ تمام وڏو فيصلو هيو جنهن تي سڀ ثابت قدم رهيا. لانگ مارچ دوران جڏهن بلوچ قافلو ڪوئٽا کان ڪراچي پهتو ته اتي فرزانه چيو ان طويل سفر ۾ مان صحت ته وڃائي آهي پر همت نه، اسان جا حوصلا پست ناهن ٿيا اهڙي ريت هو ته اڳ کان اڳرا ٿيندا ويا. اسلام آباد ۾ لانگ مارچ دوران ميڊيا سان مخاطب ٿيندي فرزانه جذباتي انداز ۾ چيو ته صحافي اسان کان ڪهڙا سوال ٿا پڇن؟ ”رياست ۽ ان جا پاليل تاتيل نمائندا اسان کان اهو نه ٿا پڇن ته اها ڪهڙي مجبوري آهي جنهن اسان کي ٻاهر نڪرڻ تي مجبور ڪيو آهي“. جڏهن جواب معلوم هجن ۽ انهن جو ورجاءُ توهانجي اندر ۾ اُٿ ٿُٿ وڌايئن ته پوءِ عام رواجي سوچ اهڙن سوال پڇڻ کان ئي ٽارو ڪندي آهي. سچ ئي ته چوي پئي فرزانا بلوچ ته اها ڪهڙي ڳالهه هئي جنهن 72 سال جي پوڙهي ماما قدير بلوچ، 8 سالن جي ٻار جيڪو دل جي بيماري ۾ مبتلا هو ان کي ٻاهر نڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو.اها ڪهڙي ڳالهه هئي جنهن بي سي ايس () جي شاگردياڻي سمن بلوچ کي شهر پٽڪڻ لاءِ اتسايو. اها ڪهڙي تڪليف هئي جنهن سبب 11 سالن جو علي حيدر جيڪو مزدور جو پٽ آهي، پنهنجي پڙهائي ڇڏي ڪري ايڏي ڊگهي سفر لاءِ آماده ٿيو. چوڻ ۾ ته اهو ڏادو سولو آهي پر جنهن اهو سڀ ڪجهه ڀوڳيو آهي ان جوٽڪ ۽ پيڙاهه کي صرف ان کي ڀوڳڻ وارا بيان ڪري سگهن ٿا. ٽي هزار ڪلو ميٽر سفر ڪرڻ مذاق نه هو ۽ نه ئي ڪا اک ڀوٽ واري راند هئي ۽ نه ئي ڪو جادو نگري ۾ ٿيندڙ جادو هو جنهن ۾ سيڪندن ۾ سفر طئي ٿي وڃي. ڪوئٽه کان ڪراچي ۽ ڪراچي کان اسلام آباد جي سفر ۾ مهينا لڳي ويا هئا. انهي پراڻي قصي کي هتي ورجائڻ جو چا سبب آهي. هتي ان بلوچن جي اذيت ۽ پيڙاهه جي ڪهاڻي کي ورجائڻ جا گهڻا ئي ڪارڻ آهن. هڪ ته فرزانه جي شخصيت کي بيان ڪرڻ، ٻيو ته بلوچ قومي سوال جي ڪجهه ٻين پاسن کي بحث هيٺ آڻڻ. ڇو ته اسان جي ميڊيا اهڙن مسئلن کي نه ڪنهن ٽي وي چينل ۽ نه ئي ڪنهن اخبار جي سرخي يا هيڊ لائين ٺاهي ٿي . گم ٿيل سياسي ۽ سماجي ڪارڪنن جا خاندان هر جڳهه تي ويا، قومي ۽ وفاقي اسيمبلي جا در کڙڪايائون پر انهن جي دانهن

ڪير به ٻڌڻ وارو ناهي. چيف جسٽس افتخار حسين چوڌري وٽ ڪيترائي دفعا يقين ڏياريو ته توهان جا ڪنهي گم ڪيل عزيز واپس ورائبا. پر اهو مسئلو جتي هو اتي ئي رهيو. پلا واڳون جي وات ۾ ڪير هٿ وجهندو! ميڊيا، صحافي، چيف جسٽس، عدالتون سڀ جو سڀ خاموش تما شائي ٿي ويٺا آهن.تازو ئي16 ڊسمبر تي پشاور جي آرمي پبلڪ اسڪول ۾ ٿيندڙ سانحي نه صرف پاڪستان پر سموري دنيا جي انسانيت کي لڄائي وڌو آهي.سڀ ئي ڏ ک جي عالم ۾ ورتل آهن. ان سانحي تي ميڊيا، اسيمبلي ۽ آرمي سڀ جو سڀ حرڪت ۾ اچي ويا آهن. پر ڪيترن ئي سالن کان ٻاجهائيندر بلوچن جي داد فرياد ڪير ٻڌڻ وارو ناهي. چو ته انهن سڌوءَ سنئون آرمي ۽ رياست تي سوال ڪنيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو ويهه هزار ڪنهي ڪنيل بلوچن تي ته ڪنهن جي اک ئي نٿي ٻڏي ۽ انهن مان ڪيترن جون چچريل لاشون اڇلايون ويون آهن هڪ ئي قبر ۾ سون جي تعداد ۾ ماڻهو دفن ٿيل ملن ٿا. آخر اهو سلسلو ڪيستاين جاري رهندو. رياست جو ڪجهه قومن ڏانهن امتيازي رويو ڏينهن جي سچ وانگي عيان آهي. جالب بلڪل سچ چيو آهي:

اس ديس مين لگتا هي عدالت نهين هوتي
جس ديس مين انسان کي حفاظت نهين هوتي
مخلوق خدا جب کسي مشکل مين پهنسي هو
سجدون مين پڙي رهنا عبادت نهين هوتي
سر آنکهون په هم اس کو بٹها ليتي هين اکثر
جس که کسي وعدي مين صداقت نهين هوتي
هر شخص سر پر کفن باندهه که نکلي
حق که لئي لڙنا تو بغاوت نهين هوتي



فرزانه مجيد بلوچ ۽ ماما قدير جو چوڻ موجب ته اسان يو اين او، نيٽو ۽ هيومن رائٽس سميت سڀ کي اپيل ڪئي آهي ته بلوچن جي مسئلن کي حل ڪن. اهو ظلم ۽ بربريت آخر ڪيستائين جاري رهندي. بلوچ سماج جي جيڪا حالت آهي تنهن ۾ رياست ۽ انجي عسڪري قوتن جو سڌو سنئون هٿ آهي. ڏنو وڃي ته معدنيات لحاظ کان بلوچستان مالامال آهي تنهن ڪري اتي رياستي جبر ڏاڍو آهي ته جيئن بلوچ هميشه ڏ تڙيل رهن، خاموش رهن،ظلم ۽بربريت سهندا رهن. رياست جي رويي مان ته اهو واضح ٿي رهيو آهي ته بلوچ سماج کي ماٺ جي ثقافت جي ور چاڙهڻ جون ئي ڪوشش ٿي رهي آهي ٻيو ڪجهه نه. پر حقيقي ماٺ ته قبرستان ۾ هوندي آهي سو ڪجهه جيئرا جاڳندا انسان جيڪي بلوچستان کي قبرستان ٿيندي نه ٿا ڏسي سگهن سي حرڪت ۾ آيا ۽ لانگ مارچ ڪيائون.

بلوچ لانگ مارچ جي مطالبن مان ڪجهه هيٺ بيان ٿيل آهن:

بلوچستان ۾ ملٽري آپريشن بند ڪيو وڃي

ڪنيپي ڪنيل مسنگ پرسنس کي ڪورٽ ۾ پيش ڪيو وڃي .

بلوچ سياسي پارٽين کي انٽيليجنس ادران پاران حراسان يا پريشان ڪرڻ بند ڪيو وڃي.

گم ڪيل بلوچن کي واپس ورايو وڃي.

اهي بلوچن جا اهم مسئلا آهن جنهن لاءِ هو جدوجهد ڪري رهيا آهن. جڏهن عدالتن بلوچن کي ٻڌي اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو ته هنن پهنجي ڳالهه اڳيان پهچائڻ لاءِ مارچ جو تعين ڪيو.

فرزانه جو چوڻ آهي ته منهنجو ڀاءَ ذاڪر مجيد بلوچ بلوچ اسٽوڊنٽ آرگنائزيشن جو چيئر مين هوۓ جنهن جومقصد صرف بلوچن کي حق ڏيارڻ هو.هن جو جيڪو به ڪم هو اهو ظاهر ظهور هو.اسان جون مائرون پنهنجي ٻچن جو انتظار ڪري ڪري

نفسياتي مريض ٿي چڪيون آهن. انهن جا ٻچا ڏهه ڏهه سالن کان ٽارچر سيلن ۾ آهن. فوج اسان جي محافظ آهي؟ يا اسان جي قاتل. محافظ ته ماڻهن کي تحفظ ڏيندا آهن. هي ڪهڙا محافظ آهن جيڪي شاگردن کي ڪنپي ڪٽي ٿا وجن ۽ انهن جون ضر بيل لاشون اڇلائي وجن ٿا. اهي چچريل لاشون رياستي وحشت پٽي ۽ ظلم جي انتها جي نشاندهي ڪن ٿيون. هتي سوال ميديا تي به اٿي ٿو ته ڇا ميديا آزاد آهي؟ ميديا جي آزادي ائين آهي جو ڪنهن جا پير ٻڌي ڇڏجن ۽ان کي چئجي ته تون آزاد آهين. ڏس تنهنجي هٿن ۾ هٿڪڙيون ناهن. بظاهر ته هو آزاد آهي پرپير ته ٻڌل اٿس . ميديا ننڍي کان ننڍي مسئلي کي آسمان تي پهچائي ٿي ۽ ڪٿي صفا چپ! بلوچ مسئلي کي مجال آ جو ڪا ڪوريج ملي باقي عمران خان واري ڊرامي سان هر ٽي وي چينل، هر نيوز پيپر پريو پيو آهي. بلوچ مسلسل ڌرڻي ۽ بک هڙتالن ۾ ويهن ٿا. ان پوري عرصي ۾ فرزانه به سرگرم رهي آهي. هيءَ ڌرڻن ۾ ويهي ٻين ماڻهن کي ٻڌائي ٿي ته بلوچن سان ڪهڙي جٺ ڪئي ٿئي وجي. فرزانه پهنجي زندگي بلوچن لاءِ وقف ڪري رهي آهي ته جيئن بلوچن کي ڪنبي ڪٽڻ جو سلسلو ختم ٿي وجي.فرزانه جو چوڻ آهي ته اسان رياست کان ڪا ڇگائي جي اميد نٿا رکون. ڇا رياست ۽ ان جي ادارن جي رويي مان اهو ظاهر ناهي ته هو اسان بلوچن کان نفرت ٿا ڪن. جيڪڏهن زاڪر مجيد ڪو جرم ڪيو آهي ته ان کي عدالت ۾ پيش ڪيو وجي، هن تي اگر ڏوهه ثابت ٿي وجي ته هن کي ڪورٽ سزا ڏي. صرف عسڪري ۽ ڳجها ادارا ڇو پاڻ مرادو اسان جي سڄي ڪٽنب ۽ بلوچ قوم کي سزا ڏئي رهيا آهن؟ جڏهن فرزانه کان انٽرويو وٺندي ليڪڪ حنيف بلوچ پڇس ته توهان ڌرڻي ۾ ڪيئن وقت ٿا گذاريو؟ تنهن تي فرزانه وراڻيو ته مان هتي سياسي ۽ انقلابي ڪتاب پڙهندي آهيان. مان چي گويرا جي جيون ڪٿا پڙهي آهي، اسپارٽيڪس پڙهيو آهي، مان هتي موسي سي مارڪس تڪ پڙهيو آهي. مان انهن ڪتابن مان انقلابن ۽ ماڻهن جي جدوجهد جي باري ۾ ڄاڻي رهي آهيان. ڪا به جنگ پنهنجو پاڻ ۾ ڪُلي جنگ نه هوندي آهي.ننڍي ويڙهه هميشه وڏي جنگ يا محاذ طرف هڪ قدم هوندو آهي. هن وقت جيڪا بلوچ مسنگ پرسنس لاءِ جدوجهد شروع ٿي آهي سا ته بلڪل ٺيڪ آهي پر مڪمل آزادي تڏنهن ماڻي سگهجي ٿي

جڏهن مسلئن جي صحيح حل ڏانهن اڳڀرائي ٿيندي هجي. بلوچستان ٽئين دنيا جي سرمائيداري ۾ رهندڙ هڪ غلام سماج آهي. جتي طبقاتي نظام ۽ پراڻي باقيات جون پاڙون پختيون آهن.انهن نظام ۽ باقيات جي خاتمي سان ئي هڪ سوشلٽ سماج جوڙي سگهجي ٿو۽ اهڙي سماج جي تشڪيل سان ئي استحصالي صورتن جو مڪمل خاتمو ڪري سگهجي ٿو. پاڪستاني رياست کان اميدون وابستا ڪرڻ يا يواين اي کان انصاف جي اميد ڪرڻ بلوچن کي وقتي حل ڏانهن ته وٺي وڃي سگهن ٿا پر بلوچن کي مڪمل حل يا آزادي نٿا ڏئي سگهن. پورهيت عوام جي هڪ ٿيڻ سان ئي پيڙهيل طبقا پنهنجي ۽ قومي غلامي جو خاتمو آڻي سگهن ٿا. تڏهن ئي ته مارڪس، لينن ۽ ٻين انقلابي ڪردارن سمورن پورهيتن کي گڏ ٿيڻ جو سبق سڏ ڏنو هو.برائي، ڏاڍ، جبر ۽ استحصال کي ختم ڪرڻ لاءِ انهن جو سبب ۽ پاڙ ڳولهڻي پوندي. لينن جو چوڻ آهي ته اهي ماڻهو جيڪي برائيءَ جو اصل ڪارڻ نه ٿا ڳولهي سگهن، ان خلاف جدوجهد نٿا ڪري سگهن يا ان مان جان نه ٿا ڇڏائي سگهن تن جي آخري پناهه گاهه مايوسي آهي. ته اسان کي سمجهڻو اهو اهي ته اسان کي مسئلي جو بهتر حل کپي يا وقتي دلاسو.

## عوامي ورڪرس پارٽي ناري ونگ جي طرفان پيش ڪيل ٿيٽر ۾ سامهون آيل ڪمال جو فن

## تلوار جي نوڪ تي عورت جو ملهه لڳائڻ نه ڏبو

(رپورٽ: راشد لغاري، فوٽو: اديل احمد)




هتي عورتن سان پيش ايندڙ واقعن ۽ وحشي پٽي ڪي ﭘنجو ڏئي عورت ڪي معاشي پابندين ڪان آجو ڪارائڻ لاءِ سڀني تنظيمن جو رايو، موقف ۽ مول متا الڳ ٿلڳ رهيا آهن. جنهن ۾ قوم پرست، مذهبي جماعتون،سول سوسائٽي ۽ رڳو عورتن لاءِ جاڪوڙيندڙ تنظيمن سوڌو ڪاﭘي ڌر سان سلهاڙيل تنظيمون به شامل آهن. اهڙين عورتن سان گڏ سنڌ ۽ ملڪ جي ۾ پورهيت طبقي لاءِ انقلابي گس ڳوليندڙ عوامي ورڪرز پارٽي سنڌ جي عورتن واري ناري ونگ طرفان تازو مارڪيٽ ۾ آيل ناريواد رسالي جي مهورت حيدرآباد پريس ڪلب ۾ ٿي. تقريب ۾ مهورت سان گڏ ”ورتن منجهه تنظيم ڪاريءَ جي ضرورت “ جو موضوع شامل ڪري انقلابي نظرئي سان سلهاڙيل عورت اڳواڻن جي اهم تقريرن ڪان اڳ ناري ونگ جي ميمبر ڇوڪرين عورت جي آزاديءَ جي نشان ۽ رنگ وارا ڪپڙا پائي انقلابي ٿيٽر ۾ عورتن سان ٿيندڙ لقائن تي سائنسي ترجماني ڪئي

آ ڳاٽي دئور ۾ ادب، فلسفي،ڏاڍ،ظلم ۽ نا انصافي جو اظهار ٿيٽر ۾ ٿيندو هئو، شيون لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ تبديل ٿيڻ سان گڏو گڏ ٿيٽر ڪرڻ جو رواج به موڪلائڻ لڳو،اهڙي پروگرام ۾ پيش ڪيل ٿيٽرن هتي جي هالتن لاءِ نئون موڙ ڏنو. ٿيٽر ۾ گهريلو ما حول، اسپتال،ڪجهه سالن ڪان پوءِ اسٽڊي سرڪل جا نالا رکيا ويا، جتي انيڪ موضوعن تي عاليه بخشل، امه فرواهه ٿلهو، فهميدا،

پريانڪا،ماروي، مقصودا ۽ ٻين وقفي وقفي سان ٿيٽر ۾ سنڌ جي عورتن جي حالت تي لفظ ورجائي ۽ ساڳي وقت وري عورتن جي روايتي تي ٻانهون مٿي لوڌي پريس ڪلب جي نيو آڊيٽوريم هال۾ ڪامريڊ عورتن ۽ نوجوانن کي معاشري جي پرک لاءِ نوان موضوع ڏئي ڇڏيا.

هي ٿيٽر نه هڪ تقرير ۽ مقصد جي ترجماني ڪندا آهن. جنهن تي ٿيٽر ڪندڙ ڪامريڊ شاگرداڻين وڏي مهارت ماڻي آهي. ٿيٽر ۾ گهر اندر ڇوڪريءَ جي مائٽن جو رويو پيش ڪيو ويو. جيتوڻيڪ ٻن شاگرداڻين شاهوڪارڪٽمب جي ٻن سهيلين کي ميڪ اپ تي ڪچهري ڪندڙ جو روپ ڌاري ٿيٽر ۾ اعلي فن جو مظاهرو ڪيو هئو،هڪ ڇوڪري وار ڪولي نراڙ تي هٿ لوڏي



مارڪيٽ ۾ پهتل ميڪ اپ جي قسمن ۽ اگهن تي خوب ڳالهايو جنهن دوران ٻي ڇوڪري پڻ ساڻس ميڪ اپ جي ڪچهري تي سهارو ڏيندي رهي. ٽين ڇوڪري صادگي سان اچي سادگيءَ جو ڏيک ڏئي گفتگو جو آغاز ڪيو ويو ته ڪيس دڙڪا ڏئي ماٺ جي ٻولي سيکاري وئي. جنهن کان پوءِ ميڪ اپ جو موضوع ڪندڙ ڇوڪريون غائب ٿي ويون ته ٻن ٻين وري اخبار پڙهي ڇوڪرين جي اغوائن، ڏاڄ جي پرڻن، زوري مذهب مٽائڻ تي ڪچهري جو آغاز ڪيو، ساڳي ئي وقت وري ست کن ڇوڪرين مارڪسي فلسفي جي نقطي نظر سان اسٽڊي سرڪل جي واکاڻ تي ٻڌل اسٽدي سرڪل جي واکاڻ تي ٻڌل اسٽڊي سرڪل جو ٿيٽر پيش ڪري هال ۾ ويٺل ٻين ميمبرن ۽ همدردن جو ڌيان ڇڪرايو هئو.اهو ٿيٽر وري انقلابي گيتن تي جهومريون هڻي پڄاڻي تي پهچايو ويو.

هن تقريب ڪوٺائڻ جو مقصد ڪٽي ناريواد رسالي جي آبياري ڪرڻ هجي پر تقريب کي نظرياتي حسن ڏيڻ لاءِ ڪامريڊ شاگردياڻين ۽ اڳواڻن خوب ڪردار ادا ڪيو، نڪتل رسالي ۽ ڪتابن جي اسٽالن تي ڇوڪرين ڊيوٽي ڏئي رضاڪاراڻي انقلابي روايت کي نئون رخ ارپيو پئي. هي عمل ۽ انقلاب جو رومانس 60ع واري ڏهاڪي جي دور کي ورجائڻ ۾ذري به دير نه ڪندو، اهو تسلسل قائم رکڻ قرباني جو گهرجائو آهي. جنهن لاءِ حسن ناصر ۽ شهيد

نظير عباسي جو ماڊ ڪٽي ۽ اهو جگر پاڻ وٽ رکڻ قربانيءَ لاءِ اولين شرط آهي. جنهن جي سنڌ ناري ونگ ۽ ٻين ڪامريڊ به من ۽ دماغ ۾ سانڍي رکي، هن تقريب ۾ رسالي جي مهوريت واري رسم پوري ڪري پري کان پهتل پارٽي جي اڳواڻن پر مغز تقريرون ۾ اثرائتا ۽ وزنائتا دليل ڏئي عورت جي آزاديءَ لاءِ نتيجا اخذ ڪري ورتا هئا، هن تقريب ۾ چيئرمين سميت اڳواڻ عورتن جو موقف ٻين پارٽين جي ڀيٽ ۾ عورت جي آزادي ۽ ظلم کان آجپي لاءِ مارڪسي نقطي نظر ڏيڻ وقت انداز به نرالو هئو. تقري ۾ ملڪ ۽ سنڌ ۾ عورت سان ٿيندڙ ظلم جي خاتمي لاءِ مرن ۽ عورت جو پاڻ ۾ برانريءَ وارو نظرياتي رشتو جوڙي گڏجي تحريڪ هلائڻ تي زور ڏنو ويو، عورتن خلاف واويلا ڪري تلوار جي نوڪ تي عورت جي قيمت لڳائيندڙ طالبان ۽ داعش تنظيم خلاف جنگ جوٽڻ جي ڳالهه ڪري زوردار نعرا پڻ هنيا ويا، عورتن جي حقن کي ختم ڪندڙ اسلامي نظرياتي ڪائونسل جي خاتمي لاءِ آئين ۾ ترميم ڪرڻ جي ڳالهه به تقريرن ۾ سامهون آئي. تقريب ۾ عوامي ورڪرس پارٽي جي ميمبرن ، همدردن، شاگرداڻين ۽ شاگردن شرڪت ڪئي، جتي وومين ايڪشن فورم ”ويف“ اڳواڻ روزينه جوٽيجو،حسين مسرت، شائر ڊاڪٽر رخسانا پريت چنڙ سان گڏ ملتان،فيصل آباد کان پهتل عورتون به ويٺل هيون، پروگرام ۾ عورتن جي آجپي ۽ تبديلي جي حق ۾ پريس ڪب جي درين مٿان لڳل پردن تي وڏا بينر ، پلي ڪارڊز تي لکيل نعرا ۽ انقلابي اڳواڻن جون تصويرن نوجوانن ۽ شاگرداڻين جي جوش ۾ اضافو ڪري انقلابي خيان کي تازگي بخشي هئي. تقريب ۾ پارٽي جي مرڪزي چئرمين فانوس گجر سياسي حالتن تي ڳالهائيندي چيو ته جاگيردارن ، سرمائيدارن ۽ سول بيوروڪريسي گڏ جوڙ ڪري سمورن عوامي وسيلن ۽ سياست تي قبضو ڄمائي رکيو آهي. اهڙ عمل ۾ نواز ليگ سميت ٻيون پاپيولر پارٽيون برابر جون شريڪ آهن. هتي نظام کي هلائڻ لاءِ هڪ ڪنٽرولڊ جمهوري آمريت ۽ ٻيو رستو وري سوشلزم جو آهي . هن اهو به چيو ته اسان جي جواني ۾ حسن ناصر ۽ شهيد نظير عباسي جي شهادت جي وقت ملڪ جي آبادي 8 ڪروڙ ٿي چڪي آهي هتي نواز شريف سان گڏ مسلم ليگ جي پليٽ فارم تان صنعتڪاري گڏ بيٺل رهيا آهن، طاقت جي زور تي مذهب جو سهارو وٺي فوج،



جاگيردار ۽ مولوي اقدار تي ويهي رهيا، ملڪ ۾ انهن جي سياست تي هڪ هٽي قائم رهي آهي. هن اهو به چيو ته اصل مسئلو مرد ۽ عورت کي برابر ڪرڻ جو آهي ، جنهن لاءِ ڀرپور تحريڪ هلائي سوشلسٽ انقلاب آڻڻون پوندو. هن تاريخي ڳالهه ورجائيندي چيو ته مردن جي بطن مان پيدا ڪيل عورت جيڪڏهن فساد جو بڻ آهي ته مرد ته سچو فسادي چئبو. هن تاريخ تي زور ڏيندي ڪامريڊن کي تاريخ پڙهن جي اپيل ڪئي. هن موهن جي دڙي جي رهڻي ڪهڻي ۽ پائيچاري جي واکاڻ به ڪئي. هن وڌيڪ چيو تا وراثت ۽ فيصلي ۾ عورت کي مرد جي برابر جي حيثيت ملڻ گهرجي. هن وڌيڪ چيو ته هٽي حق ڏيارڻ لاءِ ڪافر جو لقب ڏنو ٿو وڃي . جيڪڏهن ائين آهي ته رياست حق ڏئي ته ان کي به ڪافر ڪٺيو وڃي. ساڳي وقت عوامي ورڪرز پارٽي جي فيڊرل سيڪريٽري عابده چوهدري ڳالهه رکندي چيو ته عورتن جي حقن لاءِ سياسي عمل ۾ مداخلت ڪرڻ ضروري آهي ۽ عورتن جي شموليت به لازمي آهي. هن چيو ته هٽي اسلامي نظرياتي ڪائونسل عورتن جي حقن خلاف بيهي ڳالهائي ٿي، اسمبليءَ جي فلور تي عورتن جي خلاف بل پاس ڪرائي ٿي ان لاءِ آئين ۾ ترميم ڪري ڪائونسل جو خاتمو آندو وڃي.

هن انقشاف ڪيو ته مشرف دور ۾ اسيمبلين ۾ 35 سيڪڙو عورتن جي نمائندگي ممڪن بڻي آهي پر حڪمرانن اها اجازت پنهنجي ذاتي پسند جي عورتن ۽خاندانن جي عورتن کي ڏياري غير سياسي عورتون اسيمبليءَ ۾ آنديون آهن. جڏهن ته اهڙين سيٽن تي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ شعور ڦهلائيندڙ عورتن کي موقعو ڏنو وڃي.هن چيو ته پاڪستان جهڙي پعاشري ۾ عورت ۽ مرد برابريءَ تحت ظلم جو شڪار آهن، ان لاءِ پنهي کي الڳ ڪري سرمائيداريءَ سان مهاڏو اٽڪائڻ جي ضرورت ناهي. ٿين اڳواڻ آپا



صالحه اسٽڊي سرڪل جي مقالو پڙهندڙ ڪامريڊ چوڪرين جي تعريف ڪندي چيو ته هتي عورت ڪي تنگ ڪندڙ مرد رڳو اوزار آهي مک خرابي نظام ۾ آهي. ان لاءِ نظام خلاف وڙهڻ گهرجي، عورتن جي حقن ۽ ظلم خلاف الگ پارٽي ٺاهڻ جي ضرورت ناهي، عورت ۽ مرد لاءِ هڪ ٻي جو ساٿ ڏيڻ لازمي آهي. ملڪ ۾ انتها پسندن عورتن خلاف وڏيڪ ڪم ڪيو آهي. چوٿين اڳواڻ اسمت شاهجهان چيو ته مڪ ۾ طالبانن عورت ۽ ننڍين چوڪرين لاءِ تلوار ڪٽي سندن قيمت لڳائن ٿا، جڏهن ته داعش پڻ عورت دشمن تنظيم آهي ، ان عورتن ۽ مردن ڪي گڏجي جنگ جوڙڻ جي ضرورت آهي.هنن عورتن پنهنجي ڪيل ڳالهين ۾ بلدياتي چونڊن ۾ عورت اميدوار بيهارڻ جي پن ڳالهه ڪئي.

جيتوڻيڪ سمورن خطابن جو تت اهو ڪڍيو ويو ته عورت ۽ مرد جو جنسي فرق ڪٽي موجود هجي پر تحريڪ جي اپار لاءِ ٻنهي کي ڪٽڻ ۽ الڳ ڪرڻ غير سياسي عمل آهي.

تنهنڪري ٻنهي جوڙن کي گڏجي سوشلسٽ انقلاب ڪرڻو پرندو، اهڙين ڳالهين جي وچ ۾ انقلابي نظم به ڳايا ويا ، جنهن ۾ (رپيو مونکي چا ڪپائيندو) سپني نظمن تي پاري نظر آيو.اتي ناريود رسالي جي ايڊيٽر امه فرواه رسالو ڪڍڻ جي ضرورت تي ڳالهائي رسالي بابت مونجهارا پري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.هي ٿيٽر ٻين عورتن لاءِ اتساه جو سبب بڻجي ڪين انقلابي نظرئي طرف قائل ڪرڻ جو اهل بڻجي ويو آهي؟

ان سوا جو جوان ڳولڻ لاءِ اهڙا ٿيٽر سنڌ جي وستي وستي واهڻ واهڻ ۾ پيش ڪرڻا پوندا.

*(روازني سنڌ ايڪسپريس حيدرآباد اخبار تان ڪنيل)*